

پارائي سيريز (1)

# نئون چنيھ لکٽو

(پارائو ناول)

ڊاڪٽر شمس الدين عُرساڻي



سنڌي ساهت گھر
حيدرآباد سنڌ

نالو: نئون چٽيھ لکڻو

ليکڪ : ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي

موضوع: ٻاراڻو ناول

ڇاپو : پھريون

ڇپجڻ جي تاريخ آڪٽوبر 1993ع

سنڌي ساهت گھر - ٻاراڻي سيريز (1)

قيمت -/ 10

( ڏھ روپيا فقط)

**NAOON CHATEEH LAKHNO**

(Children's Novel)

By: Dr. SHAMAS DIN URSANI

Published by: NAZ SANAI

Sindhi Sahat Ghar, 3, Nizam lodge

Gari Khato, Hyderabad, Sindh

Children Seris, Book No:1

July-1993 Page copy-10/-

# ٻه اکر

سنڌيءَ ۾ ٻاراڻي ادب جي تمام گهڻي کوٽ آهي. ان ڏانهن ڪوبہ ڌيان نہ ٿو ڏنو وڃي. جنهن ڪري پڙهڻ سان دلچسپي رکندڙ ٻارڙا اردو يا ٻين ٻولين ۾ ڪتاب پڙهي، پنهنجي پڙهڻ واري خواهش پوري ڪن ٿا. جنهن جا بُرا اثر اسان جي سڄي ادب تي پون ٿا. ڇو تہ بنيادي طور، پڙهڻ ڏانهن دلچسپي واري عمر ۾ جڏهن ٻار پنهنجي اها اڃ اجهائڻ لاءِ جستجو ۽ جاکوڙ ڪري ٿو تہ پنهنجي ٻوليءَ جو چشمو خالي ڏسي هو ٻين ٻولين جي چشمي مان اها اڃ اجهائي ٿو ۽ جيئن هو وڏو ٿئي ٿو تہ پنهنجي ٻوليءَ جو ادب پڙهڻ کان پري ٿو رهي. جنهن ڪري اسان وٽ پڙهندڙن جو حلقو ايڏو وسيع ناهي. ان ڪري اهو حلقو وڌائڻ لاءِ سڀ کان پهرين اسان کي، اسان جي ٻارڙن لاءِ علمي، ادبي ۽ سائنسي ڪتاب تيار ڪرڻا پوندا ۽ اسان کي پنهنجي ٻارڙن کي هر اهو ڪتاب پنهنجي ٻوليءَ ۾ نہ رڳو فراهم ڪرڻو پوندو پر هر وقت مارڪيٽ ۾ موجود رکڻو پوندو، جيئن اسان جو هر ايندڙ نسل ان کي پڙهي، ان مان لاڀ حاصل ڪندو رهي. ٻارڙن جي دلچسپيءَ لاءِ ٻين ٻولين مان بہ بهترين ڪتاب ترجمو ڪرايا وڃن ۽ هر ان موضوع تي مواد آندو وڃي، جنهن جي اسان جي ٻار کي گهرج آهي.

"سنڌي ساهت گهر"، طرفان سنڌيءَ ۾ ٻاراڻي ادب کي وڌائڻ لاءِ هڪ جامع ۽ ڀرپور رٿا تيار ڪئي وئي آهي. جنهن تحت، سنڌيءَ ۾ ٻاراڻي ادب جا لاتعداد ڪتاب ڇپائڻ لاءِ ڪم

ڪيو ويندو. ان سلسلي ۾ اداري ٻاران ٻارڙن لاءِ ماهوار رسالو "گلستان" پڻ جاري ڪيو ويو آهي. جيڪو ٻارڙن ۾ ڏينهون ڏينهن مقبوليت حاصل ڪندو پيو وڃي.

اسان پنهنجي هر ساڃهه ۽ سمجهه رکندڙ دوست مان اها توقع ٿا رکون تہ هو اسان سان ان ڪم جي تڪميل لاءِ، اسان کي نہ رڳو مشورا ۽ تجويزون ڏيندو پر ڪلهوڪلهي ۾ ملائي، عملي ڪم ڪري، خدمت ڪندو ۽ اسان جي ٻارڙن لاءِ ڪو نہ ڪو بهترين ڪتاب تيار ڪري ونندو.

**آسروند**
**ناز سنائي**
۲۳ - آڪٽوبر ۱۹۹۳ع

20 - صائم پلازا،
هالا ناڪو - حيدرآباد سنڌ.

# نئون چنيھہ لکٹو

چنيھہ لکٹي نالي ھڪ چوڪر جو لوڪ ڪھاڻين ۾ ھر ڪنھن ذڪر پڙھيو ھوندو. اھو ڪردار سنڌي ماڻھن ۾ ڏاڍو مقبول رھيو آھي. ھُن جي ساعتَ چڱڙھيل ۽ بخت بالا ھوندو ھو، تنھنڪري جنھن، ظاھري طور ناممڪن ڪم ۾ ھٿ وجھندو ھو، سو به سولو ٿي پوندو ھو ۽ ڏکين آزمائشن ۽ مشڪلاتن مان پار نڪري مقصد ڪي حاصل ڪندو ھو. ايتريقدر جو بادشاھہ جي ڌيءَ سان شادي ڪرڻ واري خواھش به پوري ٿي ٿيس. اھو آکاڻين وارو اڳين جڳ جو چنيھہ لکٹو ھو، پر ھن ناول ۾ جنھن چنيھہ لکٹي، جو ذڪر آھي، سو خيالي انسان ھئڻ بدران اسان جي سچي، پچي ”ھڻ پَٽ واري دنيا“ جو چوڪر آھي. ھي به نھايت غريب، سادو ۽ بي وسيلو چوڪر آھي. عقل گھٽ پر اٽڪل ضرور آھي. ان ڪري ھر آزمائش ۾ ٻنان سوچ سمجھہ جي ٽپي پوي ٿو. سندس قسمت ضرور آھي يا اٽل ارادو جيڪو ھن جي ڪاميابيءَ جو سبب بنجي ٿو.

(١)

ھن جو نالو سڌورو ھو. ھو ارڙھن سالن جو جوان چوڪرو ھو. ھڪڙي ماءُ ڪانواءِ سندس پيو ڪو به مٽ مائٽ ڪونه ھو، ھو عيد جي چنڊ واري رات جو ڄائو ھو. ان وقت سيني ائين چيو ته: ”ھي چوڪر ڏاڍو بخت وارو ٿيندو“ ملي به ڪَن ۾ ٻانگ ڏيندي

”سدورو“ نالو رکيس. پٽس به خوشيءَ مان اُڇلون ڏيندي چوڻ لڳو ته ”منھنجو ھي پٽُ چنيھ لڪٽو، ٿيندو ۽ وڏي دولت، عزت ۽ ناموس ڪمائيندو.“

پر ٿيو ائين جو ننڍيي ھوندي ئي ھن جو بخت سمهي پيو، ھو اڃا پنجين ڪلاس ۾ پڙھندو ھو، جو پٽس ڪنھن حادثي ۾ مري ويو، تڏھن ڪانوڻي ھن پڙھڻ به ڇڏي ڏنو ھو، پيو ڪو گذران جو وسيلو نه ھئڻ ڪري گھر واري ننڍيڙي جاءِ به وڪڻي ڇڏيائون. ھاڻي ھو پنھنجي ماءُ سان شھر جي لڳ ڪچي آباديءَ ۾ اچي رھيو ھو، جيڪا ”غريب آباد“ جي نالي سان مشھور ھئي.

ھو جنھن ڪچي جاءِ ۾ رھندو ھو، تنھن جي ڀتين ڪي به مٽيءَ جو گارو ٿيل ھو. گھٽيءَ وارو در به ڪوڪن جي ڪاٺ وارين پٽين مان جڙيل ھو، جنھين کي ٽين جي ٽڪرن سان ڍڪيو ويو ھو. ھوا ٿي در سڄو وقت پيو لُڏندو ۽ ٺڙ ٺڙ ڪندو ھو. اھڙو ڪچو ھوندو ھو، جيڪر ڪير زور سان ٻاھران لت ھڻيس ته سچوئي اچي پَٽ تي پوي! سندس گھر ۾ ٻن ڇنل کٽن، ٽين جي ڪَٽُ چڙھيل پراڻي پيتيءَ ۽ ھڪ ٻن صندلين، گھڙا منجي ۽ سينوارِيل مٽن ڪانسواءِ ٻي ڪا به ملڪيت ڪونه ھئي. البت پٽس مرحوم جي پراڻي سائيڪل گھر ۾ پئي ھوندي ھئي، جنھن کي ھو پنھنجي سواري ڪري ڪم آڻيندو ھو. سائيڪل جي اُٽريل ھڏُ ۽ ڍري ٿيل چين مان کڙکڙ جو آواز ٻڌي پاڙي جا ٻار مٿس کِلون ڪندا ھئا.



هن غريباڻي پاڙي جي رهواسين مان ڪي اُٺ گاڏيون هَڪليندا هئا ته ڪي وري مل ايريا جي ڪارخانن ۾ مزدوريءَ سان لڳل هئا. ڪجهه وري رڪشائون به هلائيندا هئا. مطلب ته اُتي هرڪو جوان توڙي مرد پورهيو ڪري ڪمائيندو هو. سنڌن ٿوري ڪئني ۾ به اهڙي ڪا برڪت هئي جو هرڪو خوش راضي ڏسبو هو.

جيڪڏهن پاڙي ۾ ڪو بيروزگار هو ته اُهو فقط سدورو هو، جو اهڙو سست هوندو هو، جو ڪم سان اصل ڪانه پوندي هئس. اڃا ڪنهن محنت مزدوريءَ ۾ به ڏينهن مس ٽيندا هئس ته

ارچنو جواب ڏني مُوٽرهو سُوٽرهوَ تي اچي گهر ۾ سمهندو هو. ماٺس مُلي ڪان گهٽائي سڳا ڏاڍا پڙهائي پاتس، پاڙي مان بيبن ڪان پليٽون پڙهائي انهن جو پاڻي به پياريائينس ته من ڪا ڪم سا دل لڳيس ۽ روزيءَ ۾ پير پختو ٿيس! ايتريقدر جو ماٺس پير پنجوءَ وٽ سوا روپئي جي ڳنڍي ٻڌي باس باسي آئي هئي؛ پر چنو ڪٿي جو مٿس اثر پوي! اصل جهڙو ڪرَ گهڙي تان پاڻي وَري ويو! سڀ ڪو ائين چوندو هو ته سڌوري جهڙو هڏحرام ۽ نوڙي نه ٿيو ۽ نه ٿيندو!

اج ٿيون ڏينهن وري آيو هوس، جو گهر ۾ رلي تاڻي ستو پيو هو. ماٺس به تنگ ٿي جٺ ڦٺ ڪندي لوڙيندي رهيس ته ائين ڪٿن چنڻ مان ڪجهه به نه وَرندني. هاڻي ته ڪو ڳڀرهين جو ٽپڙ به گهر ۾ ڪونه رهيو آهي، جو وڪڻي پيٽ جو دوزخ ڀريون. جي تون هاڻي ڪمائڻ نه لڳندين ته بکن ۾ مري ويندا سون. ڏس ڪو حيا ٿيني تو؟ سڀ ننڍا وڏا پيا ڪمائين، پاڙي جي ٻارن ڪي ڏسي به ريسَ ڪانه ٿي ٿيني؟ هاڻ ڪو ننڍڙو ته ڪونه آهين. ڏاڙهيءَ سان مٿرس اچي ٿيو آهين، جيسين ستي ڪانه ڇڏيندين تيسين نياڳائي تنهنجي پچر ڪانه ڇڏيندي.

آخر سڌورو ورچي ماٺس کي چوڻ لڳو، ”امان، مون توکي هزار ڀيرا چيو آهي ته آئون تمام وڏو دولتمند ٿيندس. دولت مون وٽ پاڻهين هلي ايندي!“

”تنهنجو اچي مٿو ڦريو آهي، اجاين سڄاين ڳالهين مان نڪي وَري نڪي سَري، ڪڪ پيچي به ڪرڻ به توکان ڪونه پڄي، سو وري هليو آهي پڻ دولتمند ٿيڻ.“

”امان، تون ڏسجنين ته آئون ڪيئن ٿو پاڙي جي سيني

ماڻهن کان شاهوڪار ٿيان!"

آخر سدورو ماءُ جي ڪلڪلِ کان عاجز اچي پراڻي سائيڪل تي سوار ٿي شهر ڏانهن روانو ٿي ويو.

سدورو چوءِ واٽي تان لنگهيو ته سندس نگاهه فٽ پاٿ تي ويٺل هڪ ڏکهي ڏاڙهي واري پوڙهي ماڻهوءَ تي پئي، جيڪو سانوَ جُهو پاتل هو ۽ ڳچيءَ ۾ وڏن مڻڪن وارو هار پيل هوس. هن جا وار ڪلهن تائين لٽڪي رهيا هئا. سندس اڳيان پٽ تي ڪارڊ رکيل هئا، ۽ طوطو به ويٺل هو. پٺ سان ننڍڙي تختي لڳل هئي، جنهن تي لکيل هو ته:

"پنهنجي قسمت کولايو – مٺو سچ بولي ٿو!"

سدورو سائيڪل تان لهي پوڙهي وٽ اچي ويٺو ۽ پڇڻ لڳس ته:

"منهنجي قسمت طوطو ٻڌائيندو!"

پوڙهي چيس ته: "ڇوڪرا، تون روپيو ڏيندين ته مٺو توکي تقدير جو ڳجهه کولي ٻڌائيندو!"

سدورو: "پلا مٺو روپئي کي ڇا ڪندو؟"

فقير کلي چيس ته: "مٺو پٽ روپئي مان چُوري وٺي کائيندو!"

سدورو: "چُوري ته پنجاهه پيسي ۾ به اچي سگهي ٿي."

فقير: "ڇوڪرا تون ڳالهيون نه ٺاهه، جي توکي پنهنجي قسمت معلوم ڪرڻي آهي ته روپيو ڏي."



”يلا، مٺوءَ توکي پنهنجي قسمت ٻڌائي آهي؟! سُڌوڙو پڇڻ لڳو.

فقير ڪاوڙ مان ورائيو: ”نادان، مٺن پکين کي ملائڪن کان اڃ مليل آهي ته هو پنهنجي پالينڌڙ کي ڪجهه به نه ٻڌائيندا.

سُڌوڙي حيرت مان چيو ته: ”آهي ته فقير چاچا اها عجيب ڳالهه پر مون وٽ ڪيسي ۾ رڳو پنجاهه پيسي پئي آهي، جيڪڏهن ان

۾ قسمت پڌائيندين تہ ٻلائي ڏيندي.“

فقير چيس: ”چڱو، هيڏانهن ڪر پنجاهہ پيسي.“

سدوري پنجاهہ پيسا کيسي مان ڪڍي کيس اُچلي ڏنا. فقير لڪُڻَ سان فرش تي ٺڪ ٺڪ ڪئي تہ منو هڪڙو ڪارڊ چُهنب ۾ وجهي ٻيهي رهيو! فقير ڪارڊ هٿ ۾ ورتي پڙهيو ۽ سدوري کي مخاطب ٿي پڇڻ لڳو: ”ڇوڪرا، تنهنجو نالو ڇا آهي؟“

”سدورو“

”آهين بہ برابر سدورو، جهڙو نالو اٿئي تهڙو ڀاڳ اٿئي! ڪارڊ ۾ لکيل آهي تہ تون چنيھ لکٽو آهين! هڪ مهيني ڪانپوءِ تنهنجي قسمت کلڻ واري آهي، توکي هڪ وڏو خزانو هٿ ايندو ۽ پوءِ پاڙي جي وڏي ماڻهوءَ جي گهران تنهنجي شادي ٿيندي.“

سدوري خوشيءَ مان ٽپ ڏيندي پڇيو: ”سچ!“

”ها، پرَ توکي ڪنهن پهتل درويش جي دامن جهلڻي پوندي، جنهن جي ٻڌايل ترڪيب تي عمل ڪرڻ سان ئي تنهنجو مطلب پورو ٿي سگهندو!“

سدورو اهو انڪشاف ٻڌي ڪپڙن ۾ نٿي ماپيو ۽ هڪدم سائيڪل تي سوار ٿي ماءُ کي خوشخبري ٻڌائڻ هليو ويو.

(٢)

غريب آباد محلي ۾ پڪي ۽ وڏي جاءِ دادا بخشڻ جي هئي. هو پاڙي منجهہ مڙني ۾ شاهوڪار شخص هو، جنهنڪري سيني جو چڱو مڙس بہ هوئي سمجهو ويندو هو. هن جي پڪي سيمينٽ جي جاءِ هئي، جنهن جي اڳيان وڏو اڱڻ هوندو هو. اڱڻ مان هڪ ڏاڪڻ مٿي ماڙيءَ ڏانهن ويندي هئي. هن پاڙي ۾ ڪيترا دڪان

سواٽر تي ڏنل هئا. رڪشائون هونديون هيون. ان ڪانسواءِ آمدني جا پيا به ڪيترا ذريعا هوندا هئس. ڪيس فقط هڪڙي سڪيلڏي ڏيءُ هوندي هئي، جنهن سان گهر ۾ ماءُ ۽ پٽيون گڏ رهنديون هيون. دادا بخشڻ جي ڏيءُ جو نالو ڪَڪان هوندو هو. هوءَ چوڏهن سالن جي سهڻي سباجهڙي ڇوڪري هوندي هئي. پاڙي جون ڇوڪريون ڪيس چڙچي مان "ڪان ڪان!" ڪري سڏينديون هيون. هڪڙي ڇٽي چوندي هئي ته "ڪانگ ڪيئن لنوي؟" ته ٻي ڇٽي وري هڪلد زور سان چوندي هئي ڪان ڪان!" ائين ڪڪان کي سڏينديون ۽ مٿس کلنديون هيون جنهن تان هُن کي چڙ لڳندي هئي.

اُن ڏينهن شام جو جنرل اسٽور تي ڪڪان پنهنجين ساهيڙين سان بيٺي هئي. ڪجهه مايون پاڙي جي نل تان بالٽين ۾ پاڻي ڀري رهيون هيون. ايتري ۾ سدورو به ڪٿان اچي ظاهر ٿيو. هن ڪراني جي دڪان تان گهر لاءِ ڪجهه شيون ورتيون. ڪيس بلو رنگ جي پينٽ پاتل هئي، جنهن جا پانچا پيرن ڪان مٿي ڪُنجيل هئا. ڳچيءَ ۾ هڪڙو رومال به ٻڌو هوائين. اڄ هو ڏاڍو خوش پئي ڏٺو. سودو وٺي هلڻ لڳو ته اوچتو سندس نظر ڪڪان تي پئي. کيس ياد پيو ته جوتشي چيو هو ته پاڙي جي وڏي ماڻهوءَ جي ڏيءَ سان هن جي شادي ٿيندي. هو يڪايڪ سيٽي وڄائي زور زور سان ڳائڻ لڳو



ڪُليا قسمت منهنجي جا ستارا،
ڇتون ۽ سليا سڀ راز نيارا،
ڪان ڪان نه ڪر ڪانوَ ڪارا!

اهو ٻُڌي ڇوڪريون ڪڪان تان ڪِلڻ لڳيون ۽ هوءِ روئڻهارڪي ٿي ويئي. نل تي بيٺل ماين مان هڪڙي ڇٽي سدوري کي ھڪل ڪندي چيو:

”مُنا ڪو ڏيان ڪر، نياڻين سياڻين جو به شرم ڪو نه ٿو ٿيئي!“

ويچارو سدورو ھُڪو ٻڪو ٿي ويو. هن کي ڪڪان

وٺندي تہ ضرور هني، پر کيس اها خبر هرگز نہ هني تہ کو ساهيڙيون ککان کي "کان کان" بہ چونديون آهن! هو اتان اِئين پُچ پائي ڀڳو، ڇڻ تي اتي کو بيٺل ئي کونہ هو!!

(٢)

جمعي جو ڏينهن هو. سيٺي مزدور ۽ ڪمي موکل ڪري پاڙي ۾ ويٺا هئا. سدوري جي ماءُ وري بني پاڙي ۾ ڪم سان ويل هئي. اوچتو هاهاڪار مچي وئي. بلو، ڪلن، گلڻ، ڏنل ۽ فضل کجکوڙرن ڪندا سنهي گهٽيءَ مان ٺوڪ ٺوڪان ڪندا ويا. بلو پهلوان بت جو ڦيڦو هو ۽ پيٽ جي منڪي ٻاهر نڪتل هئس. هيڪاري وڏين ڇڻ ڪري پوائتو لڳي رهيو هو. ننڍيڙين ننڍيڙين اکين جا تارا سرخ ٿي ويا هئس. سندس اُوڌي پيل منهن تان هڪڙو رنگ آيو پئي تہ پيو ويو پئي. هُو مَکني هاٿي وانگر هلندو ڌرتي ڌوڏيندو لٽ سان زمين وڄائيندو وڃي رهيو هو.

"ڪٿي آهي ............. نامراد چوري جي اِها مجال؟"

اُهو ڏکي بار ٽولو، جنهن تي ڏٺو، تنهن جو ساهہ لکيءَ ۾ اٽکي ٿي پيو تہ متان آفت منهنجي گهر مٿان نہ ڪڙڪي، پر جنهن جي گهر ڪان اڳتي نڪري ٿي ويا، سو خوشيءَ مان ٽينگ ٽپا ڏيندو سندن پٺيان ٿي لڳو تہ ڏسي تہ ڪنيڙيون پئي ڪنهن کي ٽا ٻيري بنائين؟

نيٺ اهو ٽولو هڪ ڪچي گهر سامهون رُڪجي بيهي رهيو. در جي سيرن مان اندران سامان صاف پئي ڏٺو. چڳل واڻ جون کٽون، گهڙا منجهيءَ تي ديڪڙ لٽل دلا ۽ پيو سڀ ڪجهہ.

"اٿي سدورا" بلوءَ لٽ دروازي تي هڻندي زور سان

واکو ڪيو.

اندر شايد ٻي ڪا ٻہ پهر ڪانہ هئي.

”ڪهڙو آهين؟“ هڪدس اندران آواز آيو.

”تون ٻاهر تہ نڪر ٻچو!“ بلوءَ لٺ تي هٿ گھمايو.

ذرَ مان سير تي ۽ سدوري جهاتي پائي تو ري مُنهن جهلڪ ڪڍي. بلو پهلوان سان ست اٺ ڄڻا ڄاڙتا ڏسي ڏجي ويو. هو دروازو بند ڪري اندر اچڻ وارو ئي هو تہ بلو ڪيس ڳچيءَ کان جهلي گينداٽري ٻاهر ڪڍيو.

”هلا تون بدمعاش!“

بلوءَ ڪيس ڪُڏن وٽ ڏڪيو. ڪڏن ڪيس گلڻ ڏانهن موڪليو، گلڻ وري اها امانت ڏنل کي ڏني. ڏنل ڪيس ڪٽي فضل ڏانهن اُڇليو. انهن ڏڪيو وري بلوءَ جي هٿ چڙهيو. هن نہ ڏٺو اولو نہ سَولو ٺڪا جو لٺ ڪيائينس تہ فضل جي ٽنگن ۾ وڃي لڪو. فضل ڪلنڌي ڪيس ٽنگن کان ڇڪي ٻاهر ڪڍيو ۽ اچي مچي ڪري مٿان هيٺ ٿئو ڪيائينس. سدورو ڪڏن سان وڃي ٽڪريو ۽ اڌ مُنو تي پيو هو تڏهن ٻن ڄڻن هُنَ جا هَٿ پويان ڪري رسيءَ سان مضبوط ڪري ٻڌا ۽ پوءِ ڪيس ڌڪو ڏئي بلوءَ ڏانهن اُڇلايائون.

هاڻي هُو بلو پهلوان سامهون بيٺو هو. هن ڪيس چيڪ ڪرڻ وارين تيز نگاهن سان ڏٺو ۽ سدورو هڪ منٽ تائين بہ ساهُہ اکيون ملائي نہ سگهيو. هو عجيب ٻُڏتَرِ جي حالت ۾ هو ۽ ڪيس سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ هي سڀ ساهُہ ڇو تي رهيو آهي؟ هو سندس گهر تي ڇو حملو ڪري آيا آهن؟ هن ڪي بيدرديءَ سان ڇو ماريو پيو

رڇي؟ اجا هو زبان کولي ڪجهه پڇي، تنهن کان اڳيئي بلو پهلوان سنڌس ڪلهي تي هٿ رکيو ۽ ڏاڍي مٺي سان پڇڻ لڳو.

”اڙي، ڇوڪرا، توکي هن پاڙي ۾ آئي گهڻو وقت ٿيو آهي؟“

”اهوئي سال ڏيڍ!“ سڌوڙي هيڪلي جواب ڏنو.

”هتي آئي اجا جمعو جمعو اٺ ڏينهن ٿيا اٿئي؟“ هو ميڻ ڪي تاءُ ڏئي مسڪرائڻ لڳو. ”مون کي سڃاڻين ٿو؟“

”ها!“ سڌوڙي کي خطرو محسوس ٿيڻ لڳو.

”اڙي، بي شرم پراين ڇاين کي ڇيڙيندي شرم نٿو اچيني؟“

سڌوڙي کي اجا به ڪجهه سمجهه ۾ نه آيو. هو ڏڪندي ڏڪندي چوڻ لڳو.

”پر، منهنجو ڪو ڏوهه به هجي.“

”اڙي بي شرم ڇو دادا بخشڻ جي ڌيءَ کي تو ڪو نه ڇيڙيو هو؟“

دادا جي ڌيءَ جو نالو ٻڌي سڌوڙي کي اکين اڳيان انڌاري اچي وئي. کيس اها ته خبر هئي ته ڪڪان سنڌس ڌيءَ هئي، پر جيڪي ڪجهه ٿي چڪو هو، ان ۾ سنڌس ترَ جيترو به ڏوهه نه هو. اها خطا ته ڪانئس بي خياليءَ ۾ ٿي وئي هئي.

پر بلو پهلوان دادا جو پاليل غنڊو هو، تنهن ڪابه سنڌس حجت نه ٻڌي، آنلو پاڙي جا ٻيا ماڻهو سرخرو ٿيڻ لاءِ اُبتيون سُبتيون ڳالهيون ڪرڻ لڳا. هڪڙو اچي ڏاڙهيءَ وارو سفيد ڪوڙ ڳالهائڻ لڳو.

"بابا. ڪھڙو نہ زمانو اچي ويو آهي ...... اسين تہ نيائي سيائي اڳيان گونگي ڳانءِ تي ويندا هئاسون. ڪا ڇوڪري اينڊي ڏسي جوان ويچارا اکيون ڪٽي زمين ۾ کپائيندا هئا!"

ٻني پيرسن وري ٻيو ڦٽاڪو ڇوڙيو. "توبهہ ڪريو ڪھڙو اگھاڙو زمانو آهي. اسان جي زماني ۾ ڏاڙهين سان اچي مڙس ٿيندا هئا تہ بہ اها خبر نہ پوندي هئي تہ شادي ڇا ٿيندي آهي؟"

سدوري ڦلهڙو منهن بڻائي چيو: "پر ڏاڏا ان ۾ ڪنهنجو ڪھڙو قصور! توهان شاديءَ ڪان بي خبر هئا تہ ضرور ڪنهن شرارتي ڏاڏيءَ جي ڪن ۾ ڦوڪ وجهي سمجهايو هوندو!"

اهو ٻڌي پيا بي اختيار ٽهڪ ڏئي ڪلڻ لڳا ۽ پوڙهو ويتر پاٿيءَ ڪان ٻاهر نڪري ويو. "اتري چپ ڪر واترادا شرم نٿو اچيئي وڏن سامهون بي شرمائيءَ جون ڳالهيون ڪندي؟"

بلوءَ ڪڙڪيدار آواز ڪڍيو "اتري هِنَ ڇوري جي بڪ ٿڪ چو پيا ٻڌو. جيئن دادا بخشڻ چيو آهي، تيئن حڪم جي تميل ڪريو."

هڪدم بہ ڇڙا جوڙندا ويا ۽ پنجن منٽن ۾ هڪڙي ڏٻري ڦڏي گڏهہ گيلهي آيا ۽ پاڻ سان تنو بہ آندائون. هاڻي حڪم ٿيو تہ کهائي منهن ڪارو ڪريوس. ٻنان دير ئي اِئن ڪيو ويو. بلو وري اکيون ڦوٽاري رعب مان چوڻ لڳو. "سدورا هن گڏهہ تي ويهي سڄي محلي جو چڪر لڳاءِ ۽ ڏس جيڪڏهن ذرو بہ ڀڄڻ جي ڪوشش ڪيئي تہ لٺيون هڻي توکي پٽ ڪري ڇڏينداسون."

سدوري جا هٿ تہ اڳئي ٻَڌَل هئا ۽ هاڻي لٺين جي ڀاڇي ۾

ڪيس گڏهه تي سوار ڪيو ويو. هن ڪابه چُون چَرا نه ڪئي.



ڪارنهون سڄو رو گڏهه تي ويٺل هو. هڪڙو ڇوڪر اڳيان اڳيان رسيءَ ڪان ڇڪي گڏهه کي هڪليندو هليو. پٺيان پٺيان پاڙي جا ٻار تاڙيون وڄائيندا. "اِهو .... اِهو ......." ڪندا هلي رهيا هئا. جن جي پويان وري پوڙها ۽ جوان ڪکيون هڻندا هلي رهيا هئا. پوڙها زماني جي بي حيائيءَ جو ماتم ڪندا هلي رهيا

هنا ته جوان وري بلوءَ جي پهلوانيءَ جي ساراهه مان نٿي ڌاپيا. ڪي وري دادا بخشڻ جي وڏ ماڻهپي جو راڳ آلاپي رهيا هئا.

"يلا دادا بخشڻ جي ڏيءَ ڪي چيٽرڻ ڪو چرچو ته ناهي؟ پنهنجي شڪل شيشي ۾ ڏٺي هئائين. پولٽري جهڙي شڪل ته اٿس."

"گڏهه ڪنهن جاءِ جو" ڪنهن ماڻهوءَ آهستي گار ڪڍي.

"اڙي يار، ويچاري سان گهٽي ٿي آهي" ڪنهن جوان همدرديءَ جو آلاپ ڪڍيو. سڌوري تي اهي آواز ڪڙهندڙ تيل جيان پئجي رهيا هئا. جيڪي هو برداشت ڪري رهيو هو.

جلوس سڄي محلي جو گشت لڳائيندو دادا جي گهر وٽ پهتو، جتي هو گهر جي ٻاهران ڪرسيون رکيو ٻن ٽن چمچن سان ويٺو هو. هو سڀن کي سرونٽي رهيو هو ۽ چپن تي مسڪراهٽ هئس.

جلوس سڌو اڳيان اچي بيهي رهيو.

"بس هاڻي هن سونر کي ڇڏي ڏيو."

سڌورو ڪنڌ جهڪائيندو پنهنجي گهر ڏانهن هلڻ لڳو ته پنيان ڪن ۾ آواز پيس ته "اهو پهريون چانس اٿئي ان ڪري ڇڏي ٿو ڏيان، پر جي پاڙي ۾ وري ڪا اهڙي حرڪت ڪئي اٿئي ته لتَ تي لتَ رکي گوشت ڪتن کي ڏيندو سانءِ ........ سمجهئي."

دادا بخشڻ ۽ ان جي غنڊن سڌوري جي وڏي بي عزتي ڪئي هئي. هو شرم ۽ ڏک کان منهن ويڙهي، منجيءَ تي پئجي رهيو. ٿوري ڳالهه سان ڳالهوڙو ٿي پيو هو. دماغ ۾ وَرَ وَرَ ڪري اها ڳالهه پئي آيس ته هُنَ ڪجهه به ته نه ڪيو هو. هنَ ته رڳو پنهنجي منهن ڳانو ڳايو هو.

ڪُليا منهنجي قسمت جا ستارا،
چتونءَ سَليا سڀ ٻرانر سارا،
ڪان ڪان نہ ڪر ڪانوَ ڪارا!

ديجانهس ڪَڪان اها ڳالهہ وچي گهر پہ ڪَني. اڙي ڙن مون توکي ڇا چيو؟ ڪانو تہ ڳالهہ پني. هاڻي ڳايون بہ نہ ڇا؟ ڏاڍو پاڻ کي شرم وارو ٿي سمجهي. منهنجو بہ جلديءَ پہ ياڳ ڪلڻ وارو آهي. پوءِ ڏسان تہ ڪيئن ٿي مون کان ٻچي. بخشڻ دادا تون اهو هرگز نہ سمجهہ تہ اسين ڪو لاهہ لڙهندو آهيان. اهڙو ياڙي اسين بہ ڪونہ آهيان جو ماٺ ڪري ويهي رهندس. مان توکان ڳالهہ تي چاڙهڻ جو بدلو ضرور وٺندس.

(۲)

سڌورو ڪٽ تي اونڌي منهن ڊٺو پيو هو، جو در جي ٻاهران ڪنهن سُهاڻل آوانر پہ سڏيو.

"او سڌورا ..........!"

پر هُنَ ڪجهہ بہ نہ ٻڌو.

جڏهن بہ ٽي واڪا ٿيا تڏهن مائس ڪلهو لوڏيندي چيس.

"ٻاهر منار پيو سڏئي"

"ڪير آهي امان؟"

"ابا اهو ماريو منار هوندو ٻيو ڪير؟"

سڌورو ٻاهر نڪري ويو.

غريب آباد محلي پہ رهڻ ڪانپوءِ سڌوري جي دوستي منار سان ٿي هئي، جو سندس گهر کان بہ گهٽيون ٺهيرو رهندو هو. هو جيئو ٽيڪ رڪشا هلائي روزي ڪمائيندو هو تہ بہ افمال

سدوري رانگر ئي بيترا هوندا هئس. سڀ چوندا هئا تہ هڪڙي چنڊ ٻئي چنڊ کي ڳولي وچي لڌو آهي. پر ايترو سو ضرور ميجو تہ هو هوندو سدوري جو سچو همدرد هو. منٺار سدوري کي رڪشا هلائڻ بہ سيکاري هئي.

"اڙي يار! اچڻ جو واعدو ڪري ڪيڏانهن غارت ٿي وئين؟ تنهنجي انتظار ۾ ڪيتريون سواريون هٿان ڇڏي ڏنم" منٺار يڪ ساهيءَ چئي ويو.

سدورو اڳيانس ماٺ ڪيو بت ٿيو بيٺو هو. ڇڻ تہ ڪجهہ بہ نہ ٻڌو هجيس.

"ائين بت ٿيو ڇو بيٺو آهين؟ ڪُجهن پُڇين ڇو نہ ٿو؟"،

منٺار عجب مان ڏانهس نهاريندي چيو.

"هي ........ هي تنهنجي منهن تي ڪارٽ جا لينگها ڇا جا آهن؟"

"پنهنجي ڪني جو ڪيتو"

"ڇا جو ڪيتو لوڙيو اٿئي؟"

"مون کان نہ پُڇ" سدوري جي اِهائي نہ مان نہ مان لڳي پئي هئي.

"نيٺ بہ ڳالهہ ڇا آهي؟ ڪنهن سان ڪو جهيڙو ٿيو اٿئي ڇا؟"

"يلا يار، مون جهڙو ڳيڏي ڪنهن سان وڙهندو؟"

سدوري وري بہ چپن کي چنو لائي ڇڏيو. پر جڏهن منٺار گهڻو زور ڀريس تڏهن سن سن روئنڍارڪو ٿي سچو واقو سربستو ڏهرايو.

منٺار چاتو ٿي ته دادا بخشڻ تمار ڏاڍو مٺڙس آهي ۽ سائس پڻ جهڙي تهڙي جي جاءِ ناهي. پر وري به سدوري جي دلجوئي خاطر ٿار هئڻ لڳو.

"مان پاڻهين ڏسندو سانس اهو استاد ٽيندو ڪهڙي باغ جي موري آهي؟"

هو ٻئي سامهون هڪ دڪيءَ تي ويهي رهيا. منٺار هڪ تلوار چاپ بيڙي وات ۾ وجهي دڪانڻ لاءِ ماچس جي تيلي ٻاري. سدوري به بيڙي ڪانئس ورتي چپن سان لڳائي ساڳي تيليءَ مان دکائي. به ٽي سوٽا زور سان هڻي بيڙي اڇلائي ڇڏي. ڇڻ ته ان مان ڪيس ڪابه لذت نه آئي هجي. هو ٻئي چپ چاپ ويٺا هئا. پر منٺار کان وڌيڪ ماٺ نه ٿي سگهي ۽ وري به ڪجهڻ پڇڻ لڳو.

"هاڻي هتي ڪيستائين ويٺو هوندين؟"

"يار، ڇا ڪريان ڪجهه به سمجهه ۾ نٿو اچي،" سدوري ميٺو منهن بنائي پٽ پٽ ڪندي چيو.

"هل ته هلي رڪشا ڏيارينس"

"ڇو؟"

"ٻن ٽن ڪلاڪن ۾ به ڪجهه نه ڪجهه ڪمائي وٺندين؟"

"اهڙي ڪمائي مان مونکي ڇا سرندو؟"

"اڙي، تنهنجو مطلب ڇا آهي؟ متو ته ڪونه ڦريو اٿئي؟"

منٺار حيران ٿيندي چيو.

"تون گهر وڃ، آئون به گهر ٿو هلان!" سدوري مايوسيءَ مان آواز ڪڍيو.

"اڙي گهر وڃي اَري تي ويهندين ڇا؟ اٿ ته هلون."

”نه نه مون کي ڪجھ به سمجھ ۾ نٿو اچي.“

”پر آخر به ڇا ٿو ڪرڻ چاهين؟“ منٺار ورڇندي چيو.

”ڏس آئون جيستائين دادا جي ڀچي کان بدلو نه وٺندس تيستائين ماٽ ڪري نه ويهندس. جيئن هن مون کي ڪنڌ کڻي هلڻ جهڙو نه ڇڏيو آهي. تيئن مان به اهڙي ڪار ڪندو سانس جو منهنجي اڳيان ڪنڌ سدائين جهُڪيل هوندس!“

”اهو ڀلا ڪيئن ٿيندو؟“

”مون توکي ٻڌايو هو ته آئون شاهوڪار ٿيڻ وارو آهيان نجومي ڦال ڏسي ٻڌايو هوم ته آئون برابر چنيھ لڳو آهيان! بس تو رن ڏينهن جي ڳالھ آهي!! پوءِ ويٺو ڏس مزا!“

”پوءِ ڇا ٿي پوندو؟“

”ٿيندو وري ڇا، ڪڪان مون سان شادي ڪندي. پاڙي ۾ دادا جي سچي لٿي مليا ميٽ ٿي ويندي!“

”چڱو اٿ چانھ ته پيئون مٿي ۾ سور پنجي ويو آهي.“

منٺار سدوري کي ٻانهن ۾ هٿ وجهندي چيو.

سدورو منٺار جي پرسان رڪشا ۾ ويهي رهيو ۽ منٺار رڪشا هلائڻ لڳو. هڪ رود تي ڪنڊ وٽ لالي جي ڪيبن نما هوٽل جي پاسي کان رڪشا بيهاريائون. هوٽل اڳيان ٻه ٽي بينچون به رچايل هيون. هو هڪ بينچ تي ويهي رهيا ۽ چينڪ آٽڻ جو آرڊر ڏنائون. هنن ٻنهي ڄڻن پياليون چپن تي رکي چانھ سپ سپ ڪري پي ڇڏي. هو وري سدوري کي گهوريندو رهيو ۽ چوڻ لڳو.



”يار! وري روڻ جهڙي شڪل ناهي اٿئي؟“ سڌوري جي واتان وري به نڪري ويو.

”ان بدمعاش جي پٽ مون کي سيني اڳيان ذليل ڪيو آهي!“ هن جي دماغ ۾ اڃا به شايد دانگي ۽ گڏهه گهمي رهيو هو.

”اڙي يار! تون ڇو ٿو غم ڪرين آئون استاد جي بچي کي اهڙي هنڌ ڇڏيندس جتي پاڻي به ڪونه ملندس!“ پوءِ مينار جهڙ ڏني اخبار کڻي ورتي، جنهن کي کڻڻ لاءِ ٻئي گراهڪ مس هٿ وڌايو هو. پوءِ هو خبرون پڙهڻ لڳو.

”ڏاڙيل سکرنڊ مان هڪ واپاري ءَ کي اغوا ڪري ويا!“

"اها ڪهڙي نئين ڳالهہ آهي. اِهو تہ روزانو هڪ نہ ٻئي هنڌ لڳو پيو آهي."

سڌوري ورائيو، "اڳي ڊاڙيل ديوَ ڪاهي ويندا هئا ۽ هاٿي ماڻهو ڪٽي وجن ٿا!"

"اڙي واهہ! هڪ رڪشا واري جي جنس تبديل. هو مرد مان عورت بنجي ويو."

مٺار ٺهڪ ڏني وڏي واڪي خبر پڙهي ٻڌائي.

"مڙني ياڙرو گهٽ لڳندو هوندس ڪو ديونگ ڪيو هوندائين"

سڌوري خبر تي تبصرو ڪيو.

"ٽرڪ فوٽ پاٿ تي چڙهي وئي ٻہ ماڻهو اُٽ مري پيا."

مٺار وري هڪ ٻي چٽپٽي خبر جو سرو پڙهيو.

"بابا هي ٽرڪن وارا جيترا ماڻهو مارين تہ انهن کي کُلي ڇوٽ آهي، باقي اسان پارو شل نہ ڪنهن کي رَهِڙ رَسائي!"

"پوري خبر پڙهان؟" مٺار پڇيو.

"يار، تو اڄ ڪُٺي جي وَهہ تہ ڪونہ ڪاڏي آهي؟"

سڌوري تنگ ٿيندي اخبار ڦري پاسي واري بينچ تي ويٺل شخص جي هٿ ۾ ڪٽي جهلائي.

"سائين توهان پڙهو منهنجو ميچالو چَٽُ ڪري ڇڏيو اٿس."

سڌوري انهيءَ ساعت مٺار ڏانهن منهن ڪري رازدارانہ

لھجي ۾ چيو:

"يار سڀاڻي جمعرات آهي نه؟"

"ها، پوءِ؟"

"يار هل نه، جهنگل شاهه بادشاهه جي روضي تي حاضري ڀريون. آئون پاس ياسي اچان. مراد پوري ٿيندي ته پڙ چاڙهي ايندس."

منار ڳالهه ٻڌي ٿهه ٿهه ڪري کلڻ لڳو!

"يار مئل پير وري ڪهڙيون مرادون پجائيندو؟"

سدوري ڪَڪِ ٿيندي چيو "ماڻهو سچ ٿا چون ته تون ڦريل آهين" "اٽري پر تون زندهه پير وٽ ڇو نٿو هلين. اهڙي اتڪل ٻُڌائيندئي جو پيڙائي پار!"

"يلا اهڙو پير ڪو سُجهي ٿو؟"

"ها، پير هڏو شاهه آهي! ان جون ڪرامتون ٻڌين ته عقل چرخ تي وڃيني!" منار ڳالهه تي زور ڀريندي چيو.

"سچي!" ڪا هڪڙي ٻڌاءِ ته سهي!" سدوري عجب مان پڇيو. ماسي سَاڻيءَ جو پٽ اڳي ڪونه وڃائجي ويو هو؟ پير هڏي شاهه وٽ وٺي ويو هوسانس. هڪڙي هڏِي ڏنائينس. هن سڳي سان ٻَڌِي گهر جي دروازي وٽ لٽڪائي ڇڏي هني. پورن چاليهن ڏينهن کانپوءِ پنهنس لڪاءُ اچي ڪيو هو!!"

"بي ڪا ڪرامت؟" "اٽري ڪوڙ ڪرامتون ڪيون اٿس. ڪو للو پنجو پير ٿورو ئي آهي؟

گلاب درزي به پٽ جي شادي ڪني ته پير کان هڏو وٺي آيو هو!"

اهو ڇا جي لاءِ؟" سدوري ساڳئيءَ طرح عجب مان سوال

ڪيو.

گلاب ٻرڙيءَ کي شادي جو پَتُ ڪرڻ لاءِ پيسا کونہ هئا. شاديءَ ۾ اندازو هو تہ ٻن سون ڪان بہ وڌيڪ دعوتي ايندا. ايترن جڻن کي ڪٿان ماني کارائي پورو پوي ها! بس، پير هڏي شاھہ جي هڏي ديگ ۾ اهڙي تہ برڪت وڌي جو پنج سَئو مهمان کائي ويا تہ بہ ديگ اڌائي پلاھہ سان ٽب لڳي پئي هئي! ........ واھہ ڙي پير واھہ!"

سدوري جو وات ڦٽيل جو ڦٽيل رهجي ويو

"جي ائين آهي تہ مون کي وٺي هل نہ" هُنَ ڳيتوُن ڏئي جلو نڙيءَ مان ڪڍيو.

"مون نہ چيو هو تہ تنهنجي دشمن کي اهڙي سيڪت ڏياريندوسانِ جو عمر ڀر ياد رکندا!"

"پوءِ ڀلا ڪڏهن وٺي هلندين؟" سدوري بي صبريءَ مان چيو.

"بس دير ڪهڙي سڀاڻي ئي هلنداسون."

"ڪيڏي مهل؟"

"اٿري صبح جو ائين بجي، هتان رڪشا ڪٽي پهرين پير صاحب جي حاضري ڀري پوءِ ڏنڌي تي نڪرنداسون."

"بلڪل ٺيڪ!"

(۵)

"او سدورا"

صبح جا ساڍا ست لڳا هئا، جو منٺار سدوري جي گهر وٽ پهتو هو.

"آيو آيو" سدورو ڊوڙندو در تائين پهتو.

"هل نڪر ته هلون."

"اڃهو آيس."

سدوري اڳيئي منهن تي چنبو هٽي بيٺو هو. رڳو اندران ڪلوءَ تان قميص لاهي تڙ تڪڙ ۾ پائينڊو ٻاهر نڪتو. هو ٻئي پنڌ هلندا، رستا ماپيندا، پيٽرول پمپ لڪي گيراج تي پهتا. اتان منٺار رڪشا ڪئني، جنهن ۾ ويهي هلڻ لڳا. هيئالي وٽ پهچي ڪيترا ور وڪڙ رستا لتاڙي هڪ ميدان تي بيٺا. اتان وري هڪ اهڙي محلي ۾ وڃي نڪتا، جتان اڳيان تمام سوڙهي گهٽي هئي ۽ رڪشا هلڻ جيتري به جاءِ نه هئي. انڪري هو وٽاڻ پرسان رڪشا ڇڏي، پنڌ ئي گهٽيون ٽپيندا هلڻ لڳا.

"ڪٿي پڪي ته ڪونه پيو آهين" سدوري اڏين ڦڏين گهٽين کي ڏسندي چيو.

"نه نه اڃهو ته پهتاسون" منٺار جواب ڏنو.

آخر هو هڪڙي گهٽي پار ڪري سامهون هڪ دروازي وٽ اچي پهتا ۽ جتان اڳتي ڪوبه رستو نه هو. دروازي تي بورڊ لڳل هو.

عالي شان بلند مقام پير هڏو شاهه صاحب ڪرامت، پير طريقت وغيره وغيره. ان ڊگهي عبارت کي پڙهندي في الحال ته سدوري تي پير صاحب جي اعليٰ هستيءَ جو رعب طاري ٿي ويو. منٺار دروازي کي آهستي آهستي ٺڪي هٽي ڪڙڪايو. اندران جواب ۾ گهنگهرو آواز آيو.

"ڪير؟"

"سائين توهان جا خادم آهيون. ملڻ آيا آهيون" منٺار

ورنديءَ پر چيو.

”هليا اچو“ ساڳيو ئي گرجدار آواز نڪتو.

هُو دروازي کي ڌڪو ڏئي اندر داخل ٿي ويا. ٻاهران جنهن جيتري سوڙهي پئي ڏٺي، ٿنهنڪان سڌوري کي ڪهٽي ڪشادي نظر آئي. هتي هيڏانهن هوڏانهن نهاريو پر ڪين ڪوبہ نظر نہ آيو.



"اتي وائٽرن وانگر چا بيٺا ڪريو؟ .... اندر هليا اچو."

هُو بني ڄڻا پردو هٽائي سامهون واري ڪوٺيءَ ۾ گهڙي ويا. سڌوريءَ ڏٺو ته ڪوٺيءَ جي فرش تي تڏو وڇايل هو. سامهون هڪ بزرگ سفيد ۽ ڪاري چنڪمري ڏاڙهيءَ سان لمول ريهاڻن سان ٽيڪ ڏيو پٽ سان ويٺو هو. ڪارو چوغو ۽ سنهي اڇي ڪپڙي جي ڊگهي ٽوپي پاتل هوس. بزرگ جون اکيون بند هيون پر سندس چپ آهستي آهستي چُري رهيا هئا.

"ڇو آيا آهيو؟"

منشار سڌوريءَ کي لونٺ هڻني، جنهن جو مطلب هو ته جلدي جلديءَ ۾ سڀ ڪجهه ٻڌائي ڇڏي نه ته ڪڍيا ويندا سون.

"سائين، مون کي هڪ ڇوڪريءَ سان محبت ٿي ويني آهي؟" سڌوريءَ لڄائيندي چيو.

"پوءِ؟"

پير هڏي شاهه آرام ڪڏيٺ سان گڏ ڀهريون پيرو اکيون کولي هنن ڏانهن نهاريو. سڌوري هن جون ڳاڙهيون اکيون ڏسي گهبرائجي ويو!

"هوءَ توسان محبت ڪري ٿي يا نه؟"

"نه سائين بادشاهه"

"ڪنهن جي ڇوڪري آهي؟"

"سائين، بخشڻ دادا جي"

"ڇا ڇوڪري سهڻي آهي؟"

"نه سائين"

"ڇا شڪل بڇڙي اٿس؟"

"نه سائين"

"ڇا پيو ٻڪين ليڪ ليڪ ٻڌاءِ؟" هڏي شاهھ ڪڙڪ آواز ۾ ڇيو تہ سڏورو سچو وسامي ويو.

"نہ سائين ....... تيار سهڻي آهي."

"نالو ڇا اٿس؟"

"ڪَڪان"

"ٻاهر نڪري ٿي؟"

"ها"

"چڱو، هاڻي ٻڌاءِ تون چاهين ڇا ٿو؟"

"سائين، ڪڪان ڪي مون سان محبت ٿي وڃي، هوءَ مون سان شادي ڪري جيئن دشمن جو غرور ڀڃي"

هڏي شاهھ وري اکيون ٻُوري ڇڏيون ۽ ڪجھ دير ڪانپوءِ ڪوليون "سوا يارهن روپيھ ڪڍ."

سڏوري کيسي ۾ هٿ وڌو. هڪ ٽيڏي پيسو بہ نہ نڪتس.

"وٺو سائين" منٺار کيسي مان سوا يارهن روپيہ ڪڍي پير صاحب جي هٿ تي رکيا.

"ٻُڌو" پير صاحب هنن سان ڳالهائڻ لڳو. "آئون هڪڙي آرسيءَ جو چوڪنڊيو ٽڪرو ڏيان ٿو. توکي ماکيءَ جي ماناري جي ڳولا ڪرڻي پوندي. جڏهن اهو ڳولي لهين تہ ان جي هيٺان آرسيءَ جو ٽڪرو رکي ڇڏ، اهڙيءَ طرح جو ماناري مان ماکيءَ جا ٽيپا ٽيپا ڪرن تہ سڌو ان تي پون. سمجھيو؟"

"ها، سائين ايتائين تہ سمجھي ويس. پر ٽيپا ٽيپا پاڻهين نہ ڪرن تہ پوءِ؟"

"تون هڪ ڳوڙهو ماناري ۾ وهائي ڪڍجانءِ، پوءِ جيڪا آرسيءَ تي ماکي پوي سا ان تي ملي ڇڏجانءِ. بس ايترو ڪم

ڪري آرسي مون وٽ ڪٺي اچ. باقي ڇا ڪرڻو پوندو، سو پوءِ ٻڌائيندو سائين."

هڏو شاهه اُٿيو ۽ ڪپٽ کوليائين، هڪڙي طاق جي ڪنڊ ۾ آرسين جا ٽڪر پيا هئا، جنهن مان هڪڙو ڪڍي آيو.

" "اڇي وٺو هيءُ ۽ هلندا ٿيو"

ٻئي ڄڻا ادب سان هٿ ٻڌندا اُٿي پيرين ڪوٺيءَ مان نڪتا ۽ رڪشا ۾ چڙهي روڻ ٿي ويا. سدوري جو منهن خوشيءَ کان ٻهڪي پيو هو.

"پير صاحب مون کي وڏو ڪرامتي ٿو لڳي!" باقي يار پيسا گهڻا ٿو وٺي."

"اهي ته هر پيري ڏيڻا پون ٿا، پر ٻڌو اٿم ته هو سوا يارنهن روپين مان رڳو سوا روپيو پاڻ وٽ رکندو آهي، سو به فقرا کي ڏيندو آهي.

باقي پنج روپيه قلندر شهباز ۽ پنج روپيا نوراني نور جي درگاهن ڏانهن نذرانو موڪليندو آهي."

"هاڻي ته واهه جو ڪم ٿي ويندو. هو ڏانهن ڪڪان کي مون سان محبت ٿي ويندي ۽ دشمن جو منهن ڪارو ٿي ويندو."

سدورو دل ئي دل ۾ ڪڇيون هڻڻ لڳو:

"يلا اڄوڪو ڏينهن مون کي به رڪشا هلائڻ لاءِ وٺي ڏي! ڪجهه ٽوڪٽر ڪمائي وٺون."

"اڙي هل بابا، هلي رڪشا ڪڍ" منشار خوش ٿيندي چيو "اڄ ته پير صاحب جو ديدار ٿيو اٿئون، پاڙو به سٺائو لڳندو."

(٦)

صبح ٿي چڪي هئي. سج جا ڪرڻا اڱڻ تي پنجي رهيا هئا. پر سڌورو اڃا گهري ننڊ ۾ سهانا سهانا خواب ڏسي رهيو هو. هن ڏٺو ته هڪ سينگاريل جاءِ ۾ صوفي تي ويٺو آهي. پاسي ۾ ڪڪان قيمتي لباس پهري سندس ڪلهي تي هٿ رکي ويٺي آهي. دادا بخشڻ منهن لڙڪايو سندس اڳيان هٿ ٻڌي بيٺو آهي. بلو پهلوان ۽ ٻين غنڊن کي سندس نوڪر بڻائي رکيا آهن. ايتري ۾ منشار ڪمري ۾ اندر گهڙي ٿو، جنهن جي هڪڙي پاسي کان نجومي ۽ ٻئي پاسي کان پير هڏو شاهه آهن. هو چوي ٿو ته: "سڌورا هي سوالي ٿي تو وٽ آيا آهن"

"گهر جيڪي گهرڻو اٿو" سڌورو حڪم ڏئي ٿو.

هو ٻئي هٿ ٻڌي چون ٿا: "سائين تون سڌورو چنيھ لکٹو آهين. تنهنجي هر ڪا خواهش پوري ٿي رهي آهي. اسان غريبن کي به ڪا خزاني مان امداد ڏي ته حياتيءَ جا چار ڏينهن سکيا وڃي گذاريون."

اوچتو منشار جو آواز ڪن ۾ پئي لڳس. هو ڇرڪ ڀري کٽ تان اٿيو ۽ سڌو دروازي تي پهتو.

"ڪليل ڪٿي آئين استاد!"

"ڪيئن نه اچان. ڪالهوڪر تنهنجي ڪم پويان لڳو هوس"

"اٿري واهه تري واهه منهنجا يار"

"تو منهن ڏٺو؟"

"ها ٺيڪ آهي، شينهن جا منهن ڏٺا پيا آهن!"

منٺار چيلھہ سان ٻڌل گليل چوڙي سڏوري کي قابو ڪرائي. پوءِ رڪشا تي ويھي گاڏي اسٽارٽ ڪري ھلڻ لڳو.

”تون رجين پيو؟“

”ھا، پيو ڇا؟“

”ڪڏجي ڪونہ ھلندين؟“

”تون ڪھڙي جنگ جوڙڻ پيو رجين، جو آئون پنھنجو ڏينھن بہ خراب ڪريان!“

”چڱو تون رچ آئون پاڻھي ڪم ڪري ايندس“

”تورڙ ھوشياريءَ سان ڪم ڪري اچجانين“ ويندي ويندي منٺار ھدايت ڪندو ويس

”تون فڪر نہ ڪر“ سڏوري جواب ڏنو.

منٺار رڪشا ھلائي ويندو رھيو.

سڏورو ڦيرو ڪائي وري گھر ڀ گھڙيو. ٿوري سنبت ڪانپوءِ سائيڪل کڻي ٻاھر نڪتو. ھُو چوواڻو اُڪري ھڪ گھٽيءَ تي اچي بيٺو. سامھون بند ٿيل دڪان جي شٽر مٿان ھڪ جھرڪي ويٺل ڏسي، ھُن جي تِري بہ ٽِپي آئي. گھڻا ڏينھن گليلَ جو نشانو ڪونہ چٽيو ھوائين. نِنڍڙي ھوندي ھٿ گھڻو ھِريل ھوس. ھُو نشان جو آزمودو وٺڻ لاءِ سائيڪل تان لھي بيٺو ۽ گُليل کچيءَ مان ڪڍي ھڪ ڳوڙھو ڳوٿريءَ مان ڪڍيائين. جيڪا سائيڪل جي ھنڊبل ڀ لٽڪي رھي ھئي. چٽ ٻڌي نڪاءُ جو گليل ڪشيائين تہ ڳوڙھو سڌو وڃي جھرڪيءَ کي لڳو ۽ اھا ان ساعت زمين تي ڪري ڦٽڪڻ لڳي. ھن کي جھرڪيءَ جي مرڻ جو افسوس تہ ڏاڍو ٿيو، پر خوشي اھا ٿيس تہ سندس نشانو پڪو ھو. ھو گليلَ

جي ڳن سان ڪچي زمين کي کوٽڻ لڳو، جيئن ڪڏهن ٿئي ته ان ۾ جهرڪيءَ کي پوري چڏجي.

"اتري ڇو ڀرا زمين ۾ ڪو خزانو آئيي ڇا؟"

هڪ اڌڙوٽ شخص ڪيس زمين کوٽيندي ڏسي پڇڻ لڳو "نه چاچا نه، جهرڪي مئي پئي آهي. قبر کوٽي پوري پيانس ٿو."

"پتيا هوءَ ته رت ۾ ڳاڙهي ٿي پئي آهي." هن جهرڪيءَ کي ڏسندي چيو.

"ها، ڪنهن شرارتيءَ گليل هڻي ماريو اٿس"

سدوري هوشياريءَ ڪان ڪم وٺندي جواب ڏنو.

"ڪنهن پاپيءَ ڪيس ڪيو آهي؟" پر پوءِ اُن شخص جي نظر اوچتو سدوري جي کچيءَ ۾ لٽڪندڙ گليل تي وڃي پئي.

"هلا ٿئي ڪوبلا. گليل ته تنهنجي کچيءَ ۾ پيل آهي توئي ماريو اٿس"

"نه چاچا نه، پاڻ اهڙو پاپ نه ڪريون. اها گليل به ان ڇوڪر کان ڦري اٿم" سدورو دل ئي دل ۾ پنهنجي سياڻپ تي خوش ٿيڻ لڳو.

"چڱو چڱو اها گليل ميڏانهن ڪر" ائين چوندي ان شخص سدوري جي کچيءَ ۾ ڪئي هٿ وڌو.



سدورو ٽپ ڏئي اُٿيو ۽ جيئن اُچل ڏئي ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪيائين، تيئن اهو شخص اونڌي منهن ورچي ڪريو.
سدوري هڪدم سائيڪل تي سوار ٿي پيڊل تي زور رکيو.
پوڙهي زمين تان اٿي وري گهوڙا ڪئي.
"اڙي جهليوس بدمعاش کي. ورلوس متان ويو آهين!"
رڙيون واڪا ٻڌي ٻن ٽن ماڻهن سدوري کي جهلڻ لاءِ وري ڊوڙ پاتي، پر هو تيز تيز سائيڪل هلائيندو ڀڄندو ويو.

پرياڻ نيٽ ھڪ اسڪوٽر سوار اچي جھليس. ماٺھو جھلي ڪيس ساڳي ان جاءِ تي وٺي آيس، جتي ڏڪيل شخص جي پٽڻ ۽ مائٽن سڌوري کان گليل ڦري ورتي ۽ ڏاڍي ڦيھ ٻه ڪڍيائونس. جڏھن ماٺھو موٽي ويا، تڏھن سڌورو به نامراد واپس گھر موٽيو. ھن کان گليل ته ڦرجي وئي ھئي، جنھن ڪانسواءِ مھم سر ڪرڻ ناممڪن ھئي.

(٧)

شام جو منٺار اچا رڪشا جو ٽائيم پورو ڪري گھر پھتو ئي مس ھو، جو سڌورو اچي گڏيس. ھن ڪيس سالس تيل ويڻن بيان ڪري ٻڌائي:

”خبر ناھي ته ڪڏھن پاڳ ڪلندس. اچا ته جنھن ڪم ۾ تو ھٿ وجھان سو اوندو ٿيو پوي!“

”گھبرائڻ جي ڪھڙي ضرورت آھي؟ اھڙن ڪمن ۾ مشڪلاتون ته پيش اينديون آھن!“ منٺار آٿت ڏيندي چيو.

”مون پڪو ارادو ڪيو آھي ته ڪنھن به آزمائش کان منھن نه موڙيندس. جيستائين مقصد نٿو حاصل ٿئيم. ڀلي ڪيتريون به مصيبتون سِرَ تي سَھڻيون پونم.“

”شابس ھمت ٻڌ، پير سائين جا نسخا به اڻ ٽرِ ھوندا آھن“ منٺار وري پُٺتي ڏنس.

”پر گليل ته ھو ڪمبخت ڦري ويس. ھاڻي ڪٿان آڻيندس؟“ سڌوري چيو ”اڙي، تون فڪر نه ڪر، اسين سياڻو آھيان، ڊنو ڊپ ڪري ٻه گليلون اڳيئي ھٿ ڪيون ھئم. ھي به پٺي اٿم تون کڻي وڃ. سياڻي سنيالي ڪم ڪجينءِ. شام جو وري حالي احوالي

تينداسون."

"منٺار تو تہ منھنجو مشڪل آسان ڪري ڇڏيو، تون رڳو گليل ڏئي ڇڏ، باقي ڪم منھنجو. سڀاڻي ضرور توکي خوشخبري ٻڌائيندس."

سدورو گھر موٽي آيو. شام موڪلائي رھي ھئي ۽ رات جو انڌيرو ڇانئجي رھيو ھو، پر سدوري جي اندر ۾ آنڌ مانڌ ٿي رھي ھئي. ھو سارو وقت اٿ ويھہ ڪندو ۽ جڪ ماريندو رھيو. ھُن کي رکي رکي اُن شيطان پوڙھي تي خار اچي رھيا ھئا، جنھن خوامخواھہ جو ملھالو مچائي ڪانئس گليل ڦرائي. رات جو ننڊ ٿي ڪانہ آيس. صبح جو اٿ ڪن ٿيا تہ ھو سائيڪل کڻي وري پنھنجي مھم تي روانو ٿيو. ھو مارڪيٽ کان نڪري روڊ مٿيندو وڃي رھيو ھو. ڪيس سمجھہ ۾ نہ پئي آيو تہ ماڪيءَ جو مانارو ڪٿي ملندو. اوچتو پرڀان يعقوب نظر آيس. ھو تيز سائيڪل ھلائيندو، ان تائين پھتو، "يعقوب ڳالھہ تہ ٻڌندو وڃ"

چئو ڇا ٿو چئين؟"

"توکي خبر آھي تہ ماڪيءَ جو مانارو ڪٿي ھوندو؟

"پر ڪھڙو مانارو سُريلا؟"

"اڙي ماڪيءَ جي مکين جو مانارو ٻيو وري ڪھڙو؟"

"ڇا ڪندين؟"

"مون کڏھن ڏٺو ڪونھي ڏسندس تہ ڪھڙو ٿو ٿئي؟"

"ڇڏ يار، ڪوڙ اھڙو ڳالھائجي جيڪو نھي ٻہ، ڀلا گليل جو پني ڪھڙيءَ ۾ لٽڪي؟ ڪا مڙني ڳالھہ آھي. نٿو ٻڌائين تہ نہ ٻڌاءِ منھنجو ڇا آئون وڃان ٿو؟"

ائين چوندي يعقوب ھلڻ لڳو.

”يعقوب او يعقوب“ سدورو وري سڏڻ لڳو: ”ٻڌاءِ وچ جيڪي گھرنديئن سو ڏيندوسانئين!“

”تو وٽ آهي ڇا جو ڏينديئن؟“ يعقوب چڙ مان چيو.

”بس مان جلدي وڏو ماڻهو ٿيڻ وارو آهيان، پوءِ جيڪي گھرنديئن سو ڏيندوسانئين!“ سدوري منٿ ڪئي.

”بس ايڏيون رڪارڊ ٽوڙ ٻٽاڪون نه هڻ“

”پوءِ ڪٿي پلاٽي ڪري ٻڌاءِ“

”ٽن جاين جي خبر اٿم، جتي مکين جا مانارا آهن“

”پوءِ، پاڙي ڪٿي جا ٻڌائين ڇو نٿو؟“

”ڳار ڏيندين ته اصل ڪونه ٻڌائيندوسانئين“

”تون منهنجو مٺڙو ياءِ آهين نه ٻڌاءِ“

”ائين شرافت سان چئُہ نه ........ ها هڪڙو وڏو مانارو گھٽا ڏينهن اڳ ۾ باغ ۾ ڏٺو هوم. پيو جي او آر ڪالوني ڪان لطيف آباد ويندڙ روڊ وٽ نرسريءَ ۾ گھٽائي مانارا بيٺا آهن. ٽيون لئبرريءَ جي ورانڊيءَ ۾ ڪارنس تي مانارو تيل آهي.“

”ڪهڙي لئبرري؟“

”اِهائي جيڪا قلمي ويجهو چاڙهيءَ وٽ آهي، ان جي ٻاهران ڙيتون جا وڻ به بيٺا اٿئي. هاڻي ٻڌاءِ ڪهڙو چڪر آهي؟ .....“ يعقوب پڇيو.

”بس ڪا خاص ڳالهه ڪانهي-جي ڪم ٿي ويو ته ضرور ٻڌائيندوسنئين“

ائين چئي سدورو سائيڪل هلائي ويندو رهيو. هن جلد کان جلد لئبرري پهچڻ ٿي چاهيو. هو تيز رفتار سان سائيڪل هلائي رهيو هو.

کيترن هنڌن تڪر تيڻ کان بچي ويو. ماڻهن کيس گهٽ وڌ پئي ڳالهايو. هڪ رڪشا واري زور سان رڙ ڪئي. "انڌا سنڀالي سائيڪل هلاءِ ڪٿي مري نه پوين!"

پر هو بي پرواهه ٿيو، منزل ڏانهن ڌوڪيندو وڃي رهيو هو. سڌو رو لئبرريءَ وٽ پهچي گيٽ مان اندر داخل ٿيو. اڳيان صحن هو. جنهن ڪانپوءِ ورانڊو ۽ ان جي اندران هال هو، جتي ماڻهو ڪتاب ۽ اخبارون پڙهي رهيا هئا. هن سائيڪل صحن ۾ اندر هڪ وڻ سان لڳائي بيهاري ڇڏي. گليل ڳچيءَ مان ڪڍي هن هٿ ۾ جهليو. ٻوتريءَ مان به ٽي ڳوڙها ڪڍي قميص جي اندرين کيسي ۾ وڌا. سکڻ جو مانارو ليڪ ورانڊي جي ڪارنس هيٺان لٽڪي رهيو ويو. سڌوري آرسيءَ جو ٽڪرو ڪڍي ماناري هيٺان رکيو، اهڙيءَ طرح جو ماکي ٽپڪي ته سڌو آرسيءَ مٿان پوي.



ڪُجهه فاصلي تان هن نشانو چٽيو، پر اهو گسي ويو ۽ ڳوڙهو پٽ سان لڳي واپس اچي ڪريو، جنهن سان گڏ گليل سندس هٿ کي چنبڙي ڇاتي ڇڏيو. هٿ تي رت جون ڳاڙهيون ليڪون ٿي ويون هيس. غلطي سندس هئي، تڪڙ ۾ ابتي گليل جهلي هوائين. هن هٿ جي پٺ واري ڳاڙهي لڪير کي وات سان چُوسي سُور گهٽايو. ۽ هاڻي بيو ڳوڙهو ڪڍي گليل سُٽي ڪري چڱي طرح تَڪي نشان هنيون. ڳوڙهو بنان ڪنهن آواز جي ماناري ۾ گهپ ُتي ويو ۽ ڪيتريون مکيون ڀُون ڀُون ڪري ٻاهر نڪتيون. سڌورو ٻئي هٿ مٿي تي رکيو، اطمينان سان ماناري کي ڏسي رهيو هو ته ڪيڏي مهل ٿي ماکي ڪري، پر ماکي نه ٽِپڪي سا نه ٽپڪي.

هاڻي سڌوري نڪا ڪئي ٻي نڪا ٽِي. هڪڙس سرولي جو اڌتر ُ ڪٽي لڪاءُ ڪيائين ماناري ۾، ۽ سڄو مانارو اچي پٽَ تي پيو. پر اهو سڪل جو سڪل هو. ماکي جي مکين سان سڄي فضا ڀرجي وئي. پنج ڇهه ڪاوڙيل مکين سڌوري کي ڇهني ڏنگي وڌو. هن جو بدن زمين کان گز ڪن مٿي کڄي ويو. هن تڙ تڪڙ ۾ آرسي لڪير ڪٽي قابو ڪيو. هو هيڏانهن هوڏانهن هٿن سان لوڏي لوڏي مکيون اڏائيندو رهيو. اڃا نَڪ تان مک اُڏاريائين ٿي ته اُئين تي لڳس ته ڪنهن ڪن تي آري وَهائي ڪڍي آهي. ڪنَ تي چَنبِڙيَن ته مکيون اندر ڇاتيءَ ۾ گهڙي ٿي ويون.

هُن پريشانيءَ مان وٺي ٻاهر لُوهه وڌي. ٿانڪ ٻاهران مجمع لڳل هو ۽ هڪ عطائي ميڙ ۾ چرب زبانيءَ جا ڪرتب ڏيکاري رهيوهو. سڌورو لائبريري ٻاهران پٽ جي صفا آخري ڇيڙي تي ٿلهي مٿان ويهي تماشو ڏسڻ لڳو.

مانارو ڪرڻ سان مکيون ڇتيون تي ٻاهر نڪتيون ۽ ڀُون ڀُون ڪري اچي ميڙ مٿان پيون هيون. اوچتو ميڙ مان ڪنهن آواز ڪڍيو.

"هي ٻيٽاڻ جو آواز ڪٿان پيو اچي؟"

عطائي ماڻهن کي مخاطب ٿي چئي رهيو هو. "بابا! منهنجو ملم جنهن شخص هنيون آهي، تنهن کي نانگ بلا ڇيلاڻي ۽ ماکيءَ جي مک ڇا پر تلوار جي وڍ جو به اثر نه ٿيندو! ...... پوءِ تقرير ڪندي رڙ نڪري ويس!

"هي ڇا جو ڏنگ لڳو. الله ڙري مري ويس، اڙي بچايو!"

هُن تي به ٽي مکيون چهٽي ويون هيون.

"ڀڄو ڙري ڀڄو" اوچتو ميڙ مان آواز آيو.

"پر ڇو؟"

"ڇا، ٿيو آهي؟"

اجا ماڻهن پڇيو پئي ته ڀوڙ لڳي وئي.

"گهوڙا ڙري گهوڙا مري ويس" هڪڙي ڇٽي زمين کان ڇهه فوٽ مٿي اچل ڏني.

چئن طرفن کان هزارين مکيون ماڻهن تي حملو آور ٿي چڪيون هيون. چوڌاري ڀڄ ڊوڙ مچي ويو. ماڻهو هراس ۾ هڪ ٻئي کي لتاڙي ڀڄڻ لڳا.

سدورو پيڙ کان اڪيلو ويٺو هو. هُو مکين کي ڌوڪو ڏيڻ ۾ ڪامياب ويو. پر ته به سندس بدن ۾ ٻاهه ٻري رهي هئي. هو پنهنجي تڪليف جي پرواهه نه ڪندي ماڻهن جي ميڙ ڏانهن ڏسي رهيو هو. جتي ڊانس ٿي رهي هئي. طرحين طرحين جا آواز اچي رهيا هئا. دراصل سدوري کي ٻيون ڳالهيون وسري ويون هيون ۽

هو منهن ڏسڻ ۾ لڳي ويو هو.

"اڙي سڙي ويس ڪهڙو نه ظالم ڏنگيو آهي"

"ٻوٽي ڪڍي ويس"

"رڪجيئن پيران پير دستگير"

ماڻهو پڇي به رهيا ته نمرا به لڳائي رهيا هئا.

"اڙي اڙي پينٽ ۾ گهڙي وئي"

هڪ نوجوان پينٽ لاهي ڇڏي ۽ ڪڇي ۾ ٽپا ڏيڻ لڳو. ڪيترا ماڻهو ٽپا ڏئي نچي رهيا هئا. سڌو مفت ۾ تماشو ڏسي رهيو هو. هن کي پنهنجي ڪابه تڪليف ياد ڪانه رهي. ههڙو جذباتي ناچ هن ڪڏهن به نه ڏٺو هو. رکي رکي ڪانئس ٽهڪ نڪري ٿي ويو.

اوچتو سڀ مکيون پٽيٽانيئنديون اڏامي ويون. رانئي وئي ته پيون مکيون به هزارن جي تعداد ۾ سڀ هن جي پٺيان اڏامي وڃڻ لڳيون ۽ ڏسندي ڏسندي فضا مکين کان بلڪل صاف ٿي وئي.

جڏهن مکيون ويون هليون ته ڪي ماڻهو ان بدمعاش کي ڳولڻ لڳا. جنهن جي ڪري هيترا ماڻهو سڄي پهلوان ٿي پيا هئا. سڌوڙي کي اوچتو پنهنجي سائيڪل جو خيال آيو. جيڪا لئبريريءَ جي وڻ وٽ بيهاري آيو هو. هو پٽ ٽپي اندر گهڙيو ۽ ڊوڙي سائيڪل وٽ پهتو. هن جو جسم اڃا به سور کان ٻري رهيو هو.

"اڙي پڪڙيو پڪڙيو بدمعاش کي" اوچتو راڪو واڪاٽ مچي وئي.

"ڇو ..... ڇو؟" سڌوڙي گهبرائٽ ۾ چيو.

"اڙي هن جي کِيسي ۾ گليل ڪانه ٿا ڏسو؟"

"اوھ! تہ توھان ئي اھو ظالم آھيو، جنھن مکڻ جو مانارو کيرايو آھي؟"

سڌوڙو سکي سوڌو جھلجي پيو ھو، ھينئر مائھن جي گرفت مان پڇي بچي وڃڻ بہ تہ ڏاڍو مشڪل ھو. پوءِ تہ مٺس لتن، مُکن ۽ جوتن جو وسڪارو ٿي ويو ۽ ڪيس دل کولي ان ۾ ونھنجاريو ويو.

(۸)

پير ھڏو شاھہ پنھنجي خاص ڪوٺيءَ ۾، صبح سان ويٺو ھو ۽ سائلن جو انتظار ڪري رھيو ھو. ھن جي چپن تي وظيفو بہ جاري ھو:

"او ......... صبح جا سائين – ڪو پيڙي ڀني لائين مولا، ڪو مٽ جو مُوڙھو ۽ ڳنڍي جو ڳُوڙھو ڏيار!"

ايتري ۾ در تي ٺڪ ٺڪ جو آواز ٿيو ۽ ھُن جي منھن تي سَرھائي وري اچي ٿي، ھو ٺھي جڙي پلٿي ماري صندل تي ويھي ٿو ھٿ ۾ تسبيح سورڻ شروع ڪري ٿو ۽ پوءِ وڏي آواز سان سڏي ٿو: "ھليا اچو"

مٺار ۽ سڌوڙو اندر گھڙي اچن ٿا.

"ڪم ڪري آئيو" پير ھڏي شاھہ رعبدار آواز ڪڍيو.

مٺار سڌوڙي جي مٺي ڪي ڀڏل پٺيءَ ڏانھن اشارو ڪيو.

"ڇا مطلب آھي وات سان ڳالھاءِ؟"

""سائين ڪم تہ ڪونہ ٿيو، پر مارَ دل تي ملي اٿس.

مٺار چيو.

اتري توھان ڇپ ڪر سائل کي پاڻ ڀڏائڻ ڏي!"

"ها چا ٿيو؟" پير سدوري کي اشارو ڪندي ٻڌائڻ لاءِ چيو.

"سائين، ماناري جون مکيون ٻاهر نڪري ميٽر ۾ اچي پيون ۽ مائهن کي چهٽي ويون. ماکيءَ جو ٽيپو به نه ڪريو ۽ ماڳهين مائهن مون کي ماري ماري سڄائي وڌو آهي. ٻه ڏينهن ته بخار ۾ پيو هوس." ايترو چئي سدورو چپ ٿي ويو!

"هُون! ...... تڏهن ڪم ٿوڪان نٿو ٿئي ته آئون چا ٿو ڪري سگهان؟"

"سائين! ڀلائي ڪريو. آئون سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار آهيان! رڳو منهنجو مقصد پورو ٿئي!" سدوري هٿ ٻڌي ليلايو.

"هُو آرسيءَ جو ٽڪرو ڪيڏانهن ويو؟"

"اجهو هيءُ آهي سائين"

سدوري کيسي مان شيشي ٽڪر ڪڍي کيس ڏنو. هڏي شاهہ اکيون پوري ڪو وظيفو پڙهيو ۽ پوءِ شوڪاريندي چوڻ لڳو.

"ڪڍي سوا يارهن روپيه"

سدوري کيسو ڦوليندي ان مان پورا سوا يارهن روپيه ڪڍي پير جي هٿ تي رکيا. اهي روپيه به اينڊي مهل منار ڪنهن مانڊليءَ واري کان اڌارا وٺي ڏنا هئس ۽ سدوري رکشا مان پاڙو ڪمائي اوڌر موٽائڻ جو وعدو ڪيو هو.

پير هڏي شاهہ آرسيءَ ٽڪرو موٽائيندي سدوري کي نئون طريقو ٻڌايو.

"ڏکن جي بلڪل پرواهہ نہ ڪر ڪم ٿي ويندو. تون آرسي ڪٿي وڃ ان کي تون ٽي پيرا اهڙي ڪنواري ڇوڪريءَ

کي ڏيکارجنين، جنهن کي تون پھرين ڪڏهن به نه ڏٺو هجي
...... سمجھيئه! ........"

"چڱو سائين ..........."

پر ٻڌ آرسي ريجهڙائيءَ کان ڏيکارجنين، جيئن
ڇوڪريءَ کي اُنَ تي پنهنجي شڪل نظر اچي"

ائين ئي ٿيندو سائين!"

"ڪم ڪري مون کي اچي ٻڌائجنين ۽ نذرانو آڻڻ نه
وِسارج"

"جيڪو سائين جو حڪم"-

(۹)

اڄ سدوري کي سنار پنهنجي مالڪ کان اڌ ڏينهن لاءِ رڪشا
هلائڻ لاءِ ورتي ڏني هئي. هُو ڀاڙو ڪمائڻ لاءِ مختلف هنڌن تان
چڪر هڻي مسافرن کي منزل تائين پهچائي رهيو هو. اسٽيشن کان
واپس موٽندي گاڏي کاتي وٽ ڪيس هڪ عورت هٿ ڏنو.

هوءَ وڏ گھراڻي عورت لڳي رهي هئي. فيشن واري لباس ۽
ميڪ اپ سان مڪمل چڪيل هئي. ڪلهي تي ڇمڙي جو پرس لٽڪي
رهيو هو. رڪشا بيٺي ته هوءَ به ريهي رهي ۽ نرم نازڪ آواز
تي حڪم ڏيڻ لڳي.

"رڪشا وارا تلڪ چاڙهي هل."

"حاضر بيگم صاحب"

سدورو تلڪ چاڙهيءَ تي هليو، جتان ان عورت لهي گھڻي
دير تائين ٻن ٽن دڪانن جو چڪر لڳائي معمولي خريداري
ڪئي ۽ هڪ پيڪٽ ٿيلهيءَ ۾ آڻي رکيو.

ان پوءِ سينٽرل جيل پٺيان مبارڪ ڪالونيءَ ڏانهن هلڻ لاءِ

چيو اُني هوءَ هڪ بنگلي ۾ پندرهن منٽن تائين ويٺي ۽ پوءِ واپس رڪشا ۾ اچي ٿڌي سڙڪ تي هلڻ جو حڪم ڏنو.

سدورو رڪشا اسٽارٽ ڪري گل ميننر وٽ پهتو. هوءَ لٿي ۽ پوءِ مختلف دڪانن تي لهندي ۽ چڙهندي رهي ۽ آخرڪار رڪشا واري کي پنهنجي آخري منزل جو پتا ڏيائين.

"بس هاڻي گهر کان نڪتي ڪافي دير ٿي آهي جلديءَ ۾ سول لائينس ڏانهن هل!"

سدوري کي پاڻ به تڪڙ هئي ڇو ته ڪيس ٻارهين بجي رڪشا موٽائي ڏيڻي هئي ۽ هيننر هڪ ٿي رهيو هو. ههڙي پنسنجر مان ڪَڪِ ٿي پيو هو. پر ڇا ڪري جو اُها عورت هئي، مرد هجي ها ته ڪيس ڪُتو جواب ڏئي ڇڏي ها!

اوچتو سدوري کي خيال آيو ڏانئين ته ڪيسي ۾ آرسيءَ جو ٽڪر پيو آهي. هن پويان منهن ورائي عورت کان پڇيو:

"ميم صاحب اوهان جي شادي ٿيل آهي يا ڪنوارا آهيو؟"

مائيءَ جي منهن تي رنگ اچڻ وڃڻ لڳا.

"ڪمينا تنهنجو ان ۾ ڇا؟" تون رڪشا وارو آهين ڪي بدمعاش!؟"

سدورو ڏهي ويو ۽ دل ئي دل ۾ چوڻ لڳو ته: ناحق پڇيومانس خوامخواه ٿي فلم ڪچوءَ ۾ پوي!" پوءِ هن ميٽو ٿي جهيڻو آواز ڪڍيو.

"ميم صاحب غلطي ٿي وئي مان ايهين پڇي ويٺس"

سول لائينس وٽ پهچي هن هڪ هنڌ رڪشا بيهاري. هوءَ عورت لهي سامان سان ڀريل پلاسٽڪ جي ٿيلهي ۾ هٿ ۾ لڙڪائي هلڻ لڳي.

”ميم صاحب پيسا تہ ڏني وڃو.“ سدوري يادگيري ڏياريس.

”ڪهڙا پيسا، بڪين ٿو؟“

”اڙي بابا يڪو ڏيڍ ڪلاڪ هلائي پريشان ڪيو اٿني. وري پڇين ٿي تہ ڪهڙا پيسا؟“

”ڪهڙو ڏيڍ ڪلاڪ، ڪنهن پريشان ڪيو آهي؟ بدتميز ڪٿي جو؟؟“ ”بيگم صاحب ڪجهہ تون تميز ڌار. مون کي چاليهہ رپيا ڀاڙو ڏني وڃ. ڳالهہ وڌي وئي. سول لائينس ملٽري ايريا ۾ آهي، جتي بنگلن جا چوڪيدار هوندا آهن. ڪجهہ بنگلن جا ملازم چوگرد رڪشا واري کي ڦري آيا، عورت ياٽري ڪان لاڳيتو انڪار ڪندي رهي ۽ سدورو قسم کڻي ماڻهن کي پنهنجي حق تي هجڻ جو يقين ڏياريندو رهيو. ليڪن عورت وري ان جي ابتڙ ڳالهہ ٻڌائيندي رهي.

”آئون آيس پئي تہ هن رڪشا واري مون کي رستي تي اڪيلو ڏسي ڇيڙڇاڙ شروع ڪيو، جڏهن مون گارين ڏنيون تہ هن خوامخواہ پئسن جو ڦڏو شروع ڪري ڇڏيو.“

ماڻهو بہ ان عورت سان ها ۾ ها ملائڻ لڳا، ۽ هڪ ڄڻي سدوري جي گريبان ۾ هٿ وجهي رڪشا مان ڇڪي ٻاهر ڪڍيو:



"بدمعاش هن رستي تي توکي عورت کي ڇيڙڻ جي مجال ڪيئن ٿي؟"

عورت وري ماڻهن کي چوڻ لڳي.

"نهيو ماريو نہ مُئي ناس ٿني کي ڇڏيوس تہ رڇي جهنم ۾ پوي."

هن جي سفارشي جملي ڳالهائڻ ڪري ماڻهن سڌوري کي ڇڏي ڏنو. نہ تہ هو ٿاڻي جي لاڪپ ۾ ضرور بند هجي ها!

هن رڪشا اسٽارٽ ڪندي عورت کي وڏي آواز ۾ چيو.

"بيگم صاحب اسان غريب رڪشا وارن کي خدا گھڻو ڏنو آهي. تون پلي وچي پيسا ڪائي پنهنجو پيٽ گهاٽو ڪر. مان ته چوڻ سهي ويو آهيان پر پيو ڪو اهڙي چوڻ سهي ڪو نه سگهندو. خيال ڪجئين!"

عورت به ويندي ويندي چئي ويس.

"مان ته آئيندي پنهجو خيال ڪنديس پر تون به ماڻهين جي شادي ڪرڻ نه وسارجئين!"

رڪشا گئريج ۾ واپس آئيندي منظار ملي ويس. هن سندس منهن لٿل ڏسي پڇيو.

"اڄري وري روئيندو ڇو آيو آهين؟"

"ڪجهه نه پڇ يار - هڪڙي مڪريل رن ٻڙي ڏئي وئي آهي! ..

خبر ناهي ته اڄ صبحءِ ساڻ ڪنهن جو منهن ڏٺم جو هن ترنياڪ سان پلئه اٽڪيم"

"پر ٿيو ڇا؟" منظار جي پيشانيءَ تي گهنج وري آيا.

سڄوري سچو قصو ڪري ٻڌايس ۽ منظار ٽڏو شوڪارو پريو.

"يار اسان رڪشا وارن جي به ڪهڙي زندگي آهي. محنت به ڪريون ۽ گاريون به کائون."

"ڪمايم ڇا چاليهن روپين جي ڊنر هٽي وئي!"

"ڇڏينس يار چاليهه روپيا گهٽا ڏينهن ڪائيندي"

"يلا ٻڌاءِ آرسيءَ جو ڇا ٿيو؟" منظار پير سائين جي يادگيري ڏيارينس "ها ها ڪٿان ملندي جيڪا منهنجي ڏِلَ به نه هجي ۽ ڪنواري به ضرور هجي". "اڙي يار ڪوڙ ڪي ڪيون

آهن ڇا؟ يونيورسٽيءَ جي بس ۾ چڙهي پنجين تنهنجي مطلب جي ڳالهه پوري ٿي پوندي."

"ڳالهه برابر ٺيڪ آهي" سڌوري چپڙي وڃائي .......

"منهنجي کوپڙيءَ ۾ اها ڳالهه ڇو نه آئي؟"

"تنهنجي عقل ۾ اهڙا گهٽيون ڳالهيون ويهارٺيون پونديون."

"وري ڪهڙيون ڳالهيون؟" سڌوري ٽڪر ۾ پڇيو.

انهيءَ افالين يونيورسٽي بس ۾ ويهنديون ڇا؟ ڇوريا .....
شاگردن سان شاگرد ڏسڻ ۾ ايندين تڏهن ڪم ٿيندني."

"ته پوءِ اهو ڪم ته مشڪل آهي!"

اٽري مشڪل وري ڪهڙو آهي. شاگردن جهڙا ڪپڙا پائي ويهجنين جيئن سمارٽ ڏسڻ ۾ اچين".

"پر اهڙو سوٽ ۽ شرٽ آڻيندس ڪٿان؟"

"اٽري اها به ڪا وڏي ڳالهه آهي. ٻراءِ ڪلينرس تان هڪ ڏينهن لاءِ پينٽ ۽ شرٽ سواٽر ٽي وٺي وڃ."

"واه ٽري منتار واهه تون بيشڪ افلاطون آهين"

(١٠)

صبح جا پورا اٺ وڳا هئا. سڌورو سنوارجي سينگارجي گهر سامهون نهيل ٿلهي تي پير رکيو بيٺو هو، جنهن تي هو اڪثر ويهندو هو.

ڪجهه دير ڪانپوءِ منتار رڪشا تي آيو. سڌوري ڪي سُريلو جوان نهيل ڏسندي ڪانٽس رڙ نڪري وئي.

"ڇا ڳالهه آهي اڄ ته ڏاڍيو ٺاهوڪڙو پيو لڳين؟"

"ڪيئن نهان پيو نه استاد؟" سڌوري پوئر هنيون.

”اصل جيڪي شيروف کي پيو مات ڏئين ڪا گھٽ ڳالھ آهي ڇا؟“

”تون پيشانيءَ تي تورا وار پکيڙي ڇڏ“

”نه نه ڇڏ يار ايھين نيڪ پيو لڳان“

”ھيءَ ٿاءِ ڪنھن ٻڌائي ۽ چمڪيلو بوٽ ڪنھن جو آهي؟“

”پاڻو رفيق ٿاءِ پاتي اٿم ۽ بوٽ به هن ئي ڏنو اٿم“

”اهو رفيق ڪير آهي؟“

”اتري هو جيڪو ماستر صاحب ........ پوريان اوطاق ۾ ويھندو آهي“

”ايھين آهي. ماڻهو ڪو شريف ٿو ڏسجي“

”رڳو شريف نه بي حد شريف آهي.“

”ڇگو هاڻي هلندو تي پڇو“

”رڪشا نه موٽري بيهار“

”اڇي بابا رڪشا به مُٽري وٺي.“

سدورو رڪشا ۾ آڪٽرجي ويھي رهيو.

”يلا هلون ڪٿي تو پيارا“

”توکي گاڏي کاتي ۾ يونيورسٽي بس وٽ ڇڏي. آئون پاڻ ڪمائڻ نڪري ويندس“

سدورو يونيورسٽي بس ۾ فرنٽ سيٽ تي دريءَ جي پاسي ڪان ويھي رهيو.

سندس اڳيان ليڊيز سيٽون هيون. آهستي آهستي بس ۾ رش ٿيندي وئي. ڇوڪرين واريون سيٽون به سڄي ويون ۽ ڪيترين ئي شاگردياڻين کي بيھي هلڻو پيو.

سدورو ڪين چڱيءَ طرح ڇتائي ڏسي رهيو هو. ۽ دل ئي دل ۾ اهو فيصلو ڪري رهيو هو ته ڪهڙي ڇوڪريءَ کي آرسي ڏيکاري. سندس اندازي مطابق انهن مان سڀ جو سڀ ڪنواريون هيون.

اي-سي نو وڳي ڇوڪريون لٿيون. هي به سنڌين پويان لهي پيو. ٻه ٽيون اڳيان اڳيان ڳالهائينديون وڃي رهيون هيون ۽ ٽين ڇوڪري هنن کان ڪجهه قدم پٺتي رهجي وئي هئي، جنهن جي سئنڊل جي چنهنڊار ڊگهي کڙي شايد اُڀي چاڙهي چڙهڻ ۾ مشڪلات پيدا ڪري رهي هئي. هوءَ ڪجهه ڪجهه وسائل ۽ ٿڪل ٿڪل پئي لڳي.



سدوري ڪيسي مان آرسي ٽڪرو ڪڍيو ۽ ڇوڪريءَ

جي منهن سامهون ڪٽي جهليو. هن جي نظر آرسي ۾ سڌوريءَ جي مُٺ تي پئي. ڇوڪريءَ تيزيءَ سان هٿ هٽائي ڇڏيو ۾ ڪجهه به ڪهڻ سواءِ اڳيان وڌي وئي.

هوءَ بلڪل خاموش وڃي رهي هئي، انڪري سڌوري جو حوصلو وڌي ويو. هن وري ٻيو پيرو آرسي ڏيکاريس هوءَ هڪڙي سيڪنڊ لاءِ رڪجي ۽ پوءِ تڪڙو تڪڙو هلڻ لڳي. ڇوڪري اڃا ماٺ ۾ هئي. سڌوري جي همت انڪري به وڌي وئي. هو هڪڙس ٽيون پيرو آرسي سندس منهن اڳيان جهلي بيهي رهيو!

هن پيري ڇوڪريءَ جي منهن مان ڪيڪ نڪري وئي!

"عابده زبيده هي غنڊو ته ڏسو!"

ڇوڪرين پويان سُڙي ڏٺو ۽ پٺيان ايندڙ ڪي شاگرد ڊوڙ پائي وٽس پهتا.

"هي غنڊو هر هر مون کي آرسي ٿو ڏيکاري"

هڪ ڄڻي ٿاءِ پڪڙي سڌوري کي به ٽي لونشا وهائي ڪڍيا. ليڪن ٻئي شاگرد مار ڪڍيندڙ شاگرد کي هڪڙس ڪٽي ٻانهن کان جهليو.

"نه يار نه ........ مار ڏيڻ هن جو هرگز علاج ناهي"

اُنهن ڇوندي ٻن ڄڻن سڌوري کي زوريءَ ڪٽي پٽ تي ويهاريو ۽ پوءِ ڇوڪرين کي چوڻ لڳا: "هن جي مٿي تي هر ڪا ڇوڪري ڏهه ڏهه پيرا جوتا هڻي."

هڪ تماشو ٿيو ويو. ٽنهي ڇوڪرين ته ڪڙين مان سينڊل لاهي ڏهه ڏهه پيرا پادر سڌوري جي مٿي تي هنيا پر هر ڪا لنگهندڙ شاگرديائي مڙي وٺڻ خاطر ساڳي حرڪت ڪندي

رهي. سدوري جو مٿو پلپلو ٿي ويو. هو شرم کان ڳاڙهو پيلو ٿي رهيو هو ته به چپ رهيو. کيس شاگردن ۾ شاگردياڻين لاءِ جيڪا دل ۾ عزت هئي سا ويندي رهي. هن سوچيو ته ڪو به اخلاق نه اٿن رڳو ڏسڻ جا پٽرهيل ۾ شريف آهن.

اڌ ڪلاڪ گذرڻ کانپوءِ سدوري کي جهلي پوليس جي حوالي ڪيائون، جن کيس چوڪيءَ تي ويهاري ڇڏيو. آخرڪار هن سَو جو نوٽ پوليس وارن کي ڏئي پنهنجي جان آجي ڪرائي، جيڪا رقم هن پورا چار ڏينهن رڪشا هلائي گڏ ڪئي هئي.

(١١)

"ڇا ٿيو؟" پير هڏي شاهه پنهنجو ڳاڙهيون اکيون مٿي کڻي پڇيو.

"بس سائين جيل وڃڻ کان بچيو آهي"

"ڇو؟"

منٽار سڄي ڪهاڻي ڪري ٻڌائي.

هڏي شاهه ٿوري وقت لاءِ ڌڳهو ساهه کنيون ۾ اکيون وري پُوري ڇڏيون ........ پوءِ اوچتو اکيون پٽي ڳالهايو.

"ٽيون پيرو آرسي ڏيڪارڻ تي ڇوڪريءَ جو عڪس پيو هو يا نه؟"

"نه سائين نه" سدوري جواب ڏنو ........ "جيئن ئي مون آرسي ڏيکارڻ جي ڪئيمانس تيئن ئي هن وٺي ريهه ڪئي ۾ مون ڌپ ۾ هٿ پوئتي ڪري ڇڏيو ۾ عڪس پوڻ کان رهجي ويو."

"هُون" هڏي شاهه ڪنڌ ڌوڻيو. "پوءِ هاڻي ڇا ڪيو وڃي؟"

"سائين ڪا ٻي اٽڪل ڏسيو" سدوري گڙگڙايو.

”پهرين هڪڙي ڳالهه ٻڌاءِ؟“

”ڪهڙي سائين؟“

”تنهنجي پاڙي ويجهو ڊيڊ رهن ٿا؟“

”سائين ڊيڊ ڪهڙا؟“

جيڪي سردار يا حرام جانور ٻه ڪائيندا هجن. مثلا ڪي ڇهُڙا، گُرگلا يا وري ڪاڇاڻيون؟“

”ها سائين، سڏپنڊ تي. ڪالي رود جي ويجهو هڪڙي ميدان تي انهن جون ڇڙ وڇڙ جهڳيون آهن“

”شاباس ائين ڇئو نه“ پير صاحب پهريون دفعو مسڪرايو.

”تنهنجو ڪم بس ٿي ويو!“

”سائين هن کي ڇا ڪرڻو پوندو؟“ منٺار پڇيو.

”جا عورت اکين ۾ ڪجل وجهندي هجي ان جي ڪجل جي دبي کٽي اچڻي پوندي!“

”سائين اهو ڪم وري ڪيئن ٿيندو؟“

”اتري سدورا توکي اِهو ڪم ڪنهن حيلي سان ڪرڻو پوندو“ پير صاحب زور ڏيندي چيو ۽ وڌيڪ ڳالهه جي وضاحت ڪئي.

”پر . اهو خيال رکجئين، جنهن جي دبي کڻين تنهن کي ان بابت بلڪل خبر نه پوي. بس اها دبي ڪجل سوڌو کڻي اچ، توکي اهڙو تعويذ لکي ڏيندوسئين جو بنان دير ۾ من جون مرادون پوريون ٿي وينديءَ ......... چڱو هاڻي سوا يارهن روپيه ڪڍ!“

”سائين هي پيري پيسا گڏي ڏيندس“ سدوري جواب ڏنو.

چڱو چڱو پر پيسا آڻڻ نه وسارجئين. بزرگن جي ختمي دُرود ۾ دير پوڻ ٺيڪ ناهي نه ته سندن روحن کي سَرچاڻي

ڪم ڪڍڻ مشڪل ٿي پوندو!"

"سائين خيال نه ڪريو اسين توهان کي وياج سميت ڏن پري ڏينداسون ملن کي سٺيا لولا ڪٽي ڪارائجو، جيئن بزرگن جا روح خوش ٿي وڃن."

"ڪوبلا اجائي بڪ بڪ نه ڪر. هاڻي وڃو. ۽ جلدي ڪم ڪري اچو." پير هڏي شاهه چٽرپ ڏئي ڪڍي.

"چڱو سائين چڱو ناراض نه ٿيو"

هو ٻئي هليا آيا.

(١٢)

سدورو ۽ منٺار واپس اينديءَ مهل پاڻ ۾ ڳالهيون ٻولهيون ڪندا آيا هيڏين مصيبتن سهڻ ڪانپوءِ به سدوري جي ارادي ۾ ڪا گهٽتائي نٿي ڏٺي. البت منٺار ڪجهه شش و پنج ۾ هو. نيٺ هو سدوري کان پڇي ويٺو. "ٻڌ ته ڪجل ڪنهنجو ڪٽنديون پلا ڪاسياٿو اٿئي ڇا؟"

"يار هڪڙي ڪاڇاٿي سياڻان تو. ٻلي نالو اٿس. ميدان ۾ نه جي وڻ پرسان جهڳيءَ ۾ رهندي آهي."

"ڇا ڪجل به پائيندي آهي؟"

"ٻيو نه ته ...... واهه جو ڪجل پري ٻري هلندي آهي. اکيون ڇا اٿس اصل ڪٽوريون آهن ڪٽوريون ......!"

"ها! هڪڙو شڪل ڪوجهي ٻيو وري مٿان ڪجل، ڏاڍو ڪو ٿيندي آهي؟ منٺار ٺٺولي ڪئي.

"نه ٺري نه، هوءَ مٺڙي مشڪي آهي. ڳالهائڻ ۾ اصل پنهي ڦٽرڪندي آهي. پنهنجي ذات جا هٽرئي واندا پويان لڳل اٿس. پر هوءَ مجال آهي جو ڪنهن کي لفٽ ڪرائي. باقي آهي سا جبري زال!

”پر ڀہ تنھنجي واقف ڪين ٿي؟“

”اٿري منھنجي وري ڪھڙي واقف آھي. ننڍڙو ھوس تہ ماٺس سوڍيءَ سان گڏ اسان جي پاڙي ۾ ايندي ھئي. امان پراڻا ڪپڙا ڏئي ھن کان ٿانو وٺندي ھئي. ماني پوءِ بہ کائيندي ھئي. سوڍي ٻارن کي سخرن جھڙا راڳ ڳائي ٻڌائيندي ھئي ۽ اسان بہ ڏاڍيو کلندا ھواسون. خاص ڪري ”شيدي سرمو پائي شرمائي ٿو“ اھو راڳ تہ ٻار ھر ھر ڪائنس ٻڌندا ھئا.

”توکي اڃا سڃاڻي ٿي؟“ منٺار جو ڳالھ ۾ شوق وڌي ويو ۽ اڃا بہ وڌيڪ پڇڻ لڳو.

”ھا ...... ھا ........ ماٺس تہ جيئري ڪانھي. باقي ڪجھہ ڏينھن اڳي پڇي مون کي گڏي ھئي، سڃاتئين ...... ٻڌايو مانس تہ ھاڻي اسين سنڌس گھر کان ٿورو ئي پرتي غريب آباد ۾ رھون ٿا.“

”جي ايئين آھي تہ ڪجل وٺڻ تولاءِ مشڪل ڳالھ ناھي“

”يار ڪجل تہ آئون گھري بہ وٺان. پر پير صاحب جي ھدايت جو آھي. مون کي ڪجل جي دٻي اھڙيءَ طرح کڻڻي آھي، جو ڪير ڪابہ ڪلّ نہ پوي.“

”پوءِ ڇا ڪنديئن سدورا؟ ڪجھہ مشڪل مسئلو آھي.“ منٺار چوڻ لڳو.

”يار مشڪل آھي تہ ڇا آھي. ڪم تہ ڪرڻو آھي. بس رات جو جھڳيءَ مان وڃي چورائيندو سانس“

رات جا ٻارھن ٿيا ھئا. رستي جون بتيون وسائل ھئڻ ڪري چوڌاري ڪانيار لڳي پئي ھئي. ميدان جي چوگرد پَڪَسري چار ديواري آيل ھئي، جنھن جي اندر جھڳين ۾ گرگلا رھندا ھئا. گھرن ٻاھران ڪتن جي ڀونڪار جا آواز پئي آيا،

سدورو ديوار تي ٻيھي، وڻ جي لار تي چڙهي ويو، جتان لٽڪي جهڳيءَ جي ٻاهران ٻيهي رهيو. دروازي سامهون ڪتو پونڪي رهيو هو. سدوري ننڍڙو پٿر کڻي ٻئي طرف ڦٽو ڪيو، جهن کي ڏسي ڪتو ان پاسي پونڪندو ويو. سدورو لڪندو در ٻاهران اچي بيٺو آهستي آهستي در کي پوريان ريڙهي سير ڪيائين ۽ ٻه آڱريون وجهي ڪڙو کولي ڇڏيائين. هو پبن تي هلندو اندر گهڙيو جيئن کڙڪو نه ٿئي. هن ٽارچ ٻاري ڏٺي ته هو ڪوٺيءَ ۾ بيٺل هو. سامهون پٽ مان پيو در، نڪتل هو، جو پيڪڙيو پيو هو هن ٻاهر نگاهه اچلي ته لڳي کليل آسمان هيٺ ستل نظر آيس.

سدورو ڪوٺيءَ اندر چوطرف نهارڻ لڳو. هن پٽ ۾ نڪتل کُپَڙو ڏٺو، جنهن ۾ ننڍڙي آرسي ۽ جنهن جي هيٺان پسيءَ جي وٽيءَ ۾ تيل ۽ پرسان مسي ۽ ساڳ ٻه رکيا هئا. ڪنڊ ۾ چپي ڦڏي پيتي رکيل هئي، جيڪا ٽين جي دٻي کي ڍڪ ڏني ٺاهي وئي هئي. هن اها کولي ۽ ٽپڙ هيٺ متي ڪيا. هيٺ تري ۾ دٻلي پئي هئي. اُها کوليائين ته ان ۾ ٻه ڪجل نظر آيس.

هو خوش ٿي ويو.

”رن ڪتي رکي آهي ڪجل جي دٻي. هيءَ ٻه ڪا رکڻ جي جاءِ آهي؟“ هو دل ئي دل ۾ چوڻ لڳو.

سدورو جيئن اچا ٻاهر نڪتو ته ٻاهر لڳي اڳيئي سوئي ڪيون بيٺي هئي.

”اچ ٻچو، تنهنجي مرمت ڪريان. چڱن جو ٻارٿي اهڙا ڪم ٿو ڪرين“

سدوري جا چيھ ڇڄي پيا، سندس ٽنگون ڪنبڻ لڳيون.

هن مُٺ پيڙي ڪجل جي دٻي لڪائي ڇڏي ته متان ان جو پتو نه لڳي وڃي. چو ته ڪيس پنهنجي اميدن جي ڪائنات ان دٻي ۾ نظر

اچي رهي هئي. جنهن جو پتو لڇي کي پوڻ سان سڀ ڪجهہ مليا ميٽ ٿي ٿي ويو.

"مون پيتيءَ سان ڪابہ شيءَ نہ ڪئني آهي" سدوري جهيڻو آواز ڪڍيو.

"تہ پوءِ هتي ماٺهن جا ڪجهہ ڏنا هوئي جو چوراڻ آيو هُئين!" لڇي گار ڏئي ڪڍي.

سدوري گار سهي ويو. ٻلا ٻيو ڪري بہ ڇا ٿي سگهيو.

"اڙي ماٺ ڪيو چو بيٺو آهين؟ ٻڌاءِ تہ ڇا ڪٹڻ آيو هُئين؟"

هن ڪجهہ بہ نہ ڳالهايو. ڳالهائي بہ ڇا ها!

لڇي هن جي سامهون اچي بيهي رهي ۽ ڻوليندڙ نگاهن سان سندس جائزو وٺڻ لڳي.

سدوري جي مُٺ بند هئي.

"هَلا ڏئي بيان (ٻي ايان) هيءُ مُٺ ۾ ڇا اٿئي؟

(سدورا مُٺ نہ کولجنئين نہ تہ نهيل ڻُڪيل محنت پاڻي ٿي ويندي)

هُو دل ئي دل ۾ پنهنجو پاڻ کي چوڻ لڳو. هو ڀڄڻ جا سانباها ڪرڻ لڳو تہ لڇي بہ ڪيس تاڙي ورتو.

"جيڪڏهن ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي اٿئي تہ سونٽي سان کوپڙي بہ اڌ ڪري ڇڏينديسانءِ سڌو ٿي ڏيکار ڪونہ ڏيکاريندين پلي تہ منهنجي جان هلي وڃي!" سدوري ضد ڪيو.

"پوءِ سڏيان پاڙي وارن کي" هن جواب ڏيڻ ڪانواءِ ئي چور چور جو وڏي سڏ واڪو ڪيو.

"خدا جي واسطي چپ ڪر." سدوري هٿ ڪٽي ٻڌا. ۽ پوءِ خوشامد ڪندي چوڻ لڳو.

"اسين تنهنجي ماءُ ۽ توکان ٿانءُ ڪونه ولندا هواسون؟"

"ها ها ته پوءِ جلدي ڏيکار ته ڇا آڻي؟"

"هڪڙي شرط تي" سدوري چيو.

"ها ها ...... جلدي ٻڪ نه ته تنهنجو خير ڪونهي."

"سون کي هتان پڇاءِ ۽ ڪنهن کي به منهنجو ڏس پتو نه ڏجنئين"

"چڱو چڱو ڏيکار"

سدوري مٺ کولي ڪجل ڏيکاريو.

"بس ان توررڙي شيءِ لاءِ چوري ڪرڻ گهڙيو آهين؟"

پلجيءَ کان ٽهڪ نڪري ويو. ٻاهران ماڻهن جو آواز ويجهو پوڻ لڳو.

"او پلجي ڊِڄجنئين نه........... چور اندر آهي يا ٻاهر نڪري ويو." پرڀان ڪنهن مرد جو آواز آيو.

ٻاهر گوڙ وڌي رهيو هو ۽ هڪ هڪ ڪري سيني جهڳين مان مرد ٻاهر نڪرڻ لڳا هئا.

سدورو پگهر ۾ سڄو ٻڏي ويو هو. هو ڏڪي رهيو هو پر پلجي همت ٻڌايس.

"وڃ وڃ .. هتان نڪري وڃ".

ڪوٺيءَ جي پٺ کان هيٺان هڪ ڏر پيل هو. جتان ماڻهو آسانيءَ سان لنگهي جاءِ کان ٻاهر اچي سگهيو ٿئي. اتان نڪري سدورو وڻ جي ڏار تي چڙهي ويو ۽ لٽڪي پٺ جي ڀتيءَ تي پير

ڪُپائي جيئن پِي پَرِ رودِ جي پاسي ٽپو ڏنائين تيئن پير ڪـنڪي ريس ۽ اونڌي منهن وجي ڪريو. ٽنگ کي ڏاڍي ضرب رسيس ۽ هو منڊڪائيندو منڊڪائيندو وڃي گهر پهتو.

(١٢)

”تون اڪيلو ڇو آيو آهين؟“

”سائين سدوري جي ٽنگ ڀڄي پئي آهي“ منار ورائيو.

”ڇو ڇا ٿيو؟ ... ڪم نه ٿيو ڇا؟“ پير هڏي شاهه تعجب ڪاڻو.

”نه سائين هُو جيئن ئي ڪجل جي دبي ڪڻي پکو تي تيئن ئي ڪاڇاڻي کي هٿ ۾ سونتي ڪڻي بيٺل ڏٺائين. هن مٿ ڪولڻ لاءِ چيو ته سدوري انڪار ڪري ڇڏيو. ان ڳالهه تي ڪاڇاڻيءَ ونئي گوڙ مچايو. پوءِ سدوري انهيءَ شرط تي مُٺُ ڪولڻ جو واعدو ڪيو ته هوءَ ڪنهن کي به سندس نالو نه ٻڌائيندي. ايتري ۾ ٻاهر جاڳ ٿي وئي ۽ ماڻهو جهڳين مان ٻاهر نڪرڻ لڳا. پاڙي وارن جهڳيءَ کي گهيري ورتو پر ڪاڇاڻيءَ پڇڻ جو رستو ٻڌايس. هُو پٺ ٽپي ٻاهر ڀڄي ويو. ڀڄي ته نڪتو پر اونڌي منهن وڃي ڪريو ۽ ٽنگ ڀڄي پيس. پوءِ منڊڪائيندو منڊڪائيندو گهر پهتو. هاڻي هڪڙي ورڪ به ڪڻي نٿو سگهي. خبر ناهي ته ڪهڙي هڏي پکي اٿس. انڪري مجبورن مونکي اڪيلو اچڻو پيو آهي. توهان ڏانهن گهڻا نياز ۽ سلام موڪليا اٿس ۽ چيو اٿس ته ڪاند ڪا ترڪيب ضرور ٻڌايو. پوئين ترڪيب فيل وڃڻ جو ڪيس گهڻو ڏک ۽ رنج پهتو آهي.

”ڇگو ...... ڇگو اڪي جو ۽ هاڻوڪو حساب ڏيو“ پير

هڏي شاهہ رڪانيءَ سان چيو.

"ها ........ اجهو سائينجن جو نذرانو حاضر آهي"

منٺار تڪڙ ۾ پير ڏانهن روپيہ وڌايا.

"سدوري کي وچي چئينس تہ وچي چهري جي دل ڪٽي اچي!"

"چڱو سرڪار، توهان جا احسان آهن، جو اسان اٽريلن تي ايڏي ٻاجهہ ڪري راهہ لڳايو ٿا" منٺار ڪنڌ جهڪائي هٿ ٻڌي شڪريو بجا آندو.

منٺار نئين ترڪيب جو ٻڌي خوش ٿيندو ٻاهر نڪرڻ لڳو تہ هڪوار پير صاحب وري بہ تنبيهہ ڪندي چيس.

"سدوري کي ٻڌائي ڇڏينس. جيڪڏهن اهو سولو ڪم بہ نہ ٿيس تہ مون کان پوءِ ڪابہ اميد نہ رکي."

سدوري کي ڏکُ معمولي لڳو هو. پر ٻَني تان ڪرڻ ڪري مترني نسَ تِتري وٺي هني. منٺار کيس رڪشا ۾ ويهاري جمني ڪنيار ڏانهن وٺي هليو. ڪنيار هن جي پير کي بہ چار قرارا جهٽڪا ڏنا تہ رڳ پنهنجي جاءِ وٺي بيٺي. پر سور اڃا بہ گهٽيو هوس، جنهن لاءِ ڪنيار تيل جي شيشي ڏيندي چيو هوس تہ ٽنگ کي نرن ڪانوٺي ڪٽريءَ تائين ڏينهن رات بہ پيرا هفتي ۾ مالش ڪندا رهندا تہ سور صفا ڪافور ٿي ويندو. واقعي ٽن چئن ڏينهن ڪانپوءِ سدوري جي ٽنگ اصل ڦاڪو ٿي وئي.

(١٣)

رات جا ٻارهن ٿيا هئا. سدوري رڪشا جي اسپيڊ تيز ڪري ڇڏي. هُو رات جو ٩ بجي ڪان ايهين ئي وڻ ڳڪيندو ڦري

رھيو ھو. سنڌس ھٿ ۾ ٽارچ ھئي. ھو ٽارچ جي روشني وٺي تي وجھندو رھيو. پر چھرا به رات جي ڪارن پاڇن ۾ خبر ناھي ته ڪٿي لڪي ويا ھئا. ٿورو اڳيرو ھلڻ سان سڪل وڻ نظر آيس، جنھن تي ڪوبه سائو پن نه ھو. اھو اڳھاڙو ٿي اگھاڙو ۽ ٺوٺ ٿي ٺوٺ ھو. ھن ڏٺو ته ان جي ھڪڙي ٺوٺ ڏار تي به گول تارا چمڪي رھيا ھئا. سڌوري ٽارچ ھٽي يقين ڪيو ته برابر چھرو ويٺل آھي.

"اي رڪشا وارا"

شايد ڪنھن سڌوري کي ڏسي ورتو ھو ۽ مجبورن اوڏانھن ويو. "ڇا آھي سائين؟" ھن تکي لھجي ۾ سوال پڇيو پر سامھون بيٺل ماڻھوءَ کي ڏسندي ٿي ڊڄي ويو.

"ڇا ڪري رھيو ھئين ايڏانھن؟"

پڇڻ وارو پوليس وارو ھو.

"ڪجھ به نه"

"پوءِ به؟"

"پيشاب ڪرڻ وارو ھوس" ھن پاڻ تي ضابطو رکندي جواب ڏنو.

"پوليس ھيڊڪوارٽر ڏانھن ھلڻو آھي"

"ڪاپي رڪشا ڪٿي ڪريو ھوءَ خالي ناھي."

"ھوءَ خالي ناھي ته ان ۾ جن ويٺل آھي"

"سائين ...... مون کي ھلڻو ناھي"

"ڇو؟"

"منھنجي مرضي"

”ڪٿي رهندو آهين؟“

”ٿٽو ٻڌايان“

”توکي خبر آهي تہ آئون ڪير آهيان؟“

”جي ها، هڪ سپاهي“

”تڏهن بہ تون ٿٽو ڏچين؟“

”ڏچن اهي جن ڏوهہ ڪيو هجي، مون ڪجهہ بہ ناهي ڪيو. اهو تہ منهنجي مرضيءَ جو سودو آهي، ڪنهن کي ويهاريان يا نہ ويهاريان. ڪنهن جي پيءُ جو نوڪر ناهيان.“

”تہ تون سڌو ٿي ڪونہ هلندين؟“

تيز ڦتر ڦتراهٽ ٿي ۽ چهرو ٺوٺ شاخ تان اڏامي ويو.

سڌورو ڪاوڙ ۾ پرجي ويو. هن ڪان بي اختيار رڙ نڪري وئي.

”نہ – نہ – نہ ٿٽو هلان“

”چڱو“، سپاهيءَ سائڪل کي ڏنڊيون وهائي ڪڍيون.

سڌورو ٻاهر ٿي ويو. هن چئني پاسي ڏٺو، سڙڪ سڄي تي پني هئي. پري پري تائين ڪوبہ بني بشر ڪونہ هو. سڌوري تيزيءَ سان سپاهيءَ کي مٿي هٿن تي کڻي پرسان وهندڙ گندي نالي ۾ کڻي اڇلايو.

هڪ زوردار ڇپاڪ ٿيو.

ڪجهہ سيڪنڊن کانپوءِ سڌورو طوفان وانگر شهر ڏانهن موٽي رهيو هو.

”ڇا ٿيو وري؟“ منتار پڇيو.

سڌوري واقعو دهرائي ٻڌايو.

”چگو ڪَينس، پوليس وارا اسان رڪشا وارن کي الائجي ڇاڇا ڪري سمجهن. ڳالهه ڳالهه تي چڙهتِ ڪيو اچن. رڪشا کي ته بابي جي سواري ڪري ٿا سمجهن ۽ وري پاڙي ڪان به آنگوٺو ڏيکارين! ........، پر هڪڙي ڳالهه ته ٻڌ ...... رڪشا جو نمبر ته نوٽ ڪونه ڪيئين؟“

”نه ڙي يار نه، نه ته هيستائين ٻئي ڄڻا ٿاڻي تي ٻڌا ويٺا هجون ها!“

”ٻه ٽي ڏينهن وري به ٻاهر نه نڪرجئين“

”اڙي ڇڏ يار، آئون پاڻيان ته اڄ ڪم لهي ته سياڻي ٻيو ڏينهن ٿئي! هينئر ٿي وڃان ٿو!“

”ته تون ڪونه مڃيندين منهنجي ڳالهه؟“

”ڪم ڪرڻو آهي ته پوءِ ترسان ڇو؟“

”چگو وڃ الله مالڪ آهي“ مٺار چوندي موڪلايو.

هُو گڏوءَ ڪان بند جي پَڙ ڏئي وڃي رهيو هو. رستي تي هڪ بنگلو نظر آيس. جنهن جي اڳ ڪان ڪليل لان واري حصي ۾ وڻ تي چبرو ويٺل هو.

هو ڦاٽڪ ٽپي اندر ٿيو. سڌوري ٽارچ کي قميص جي ٻٽڻ جي وچ ۾ اهڙيءَ طرح ڦاسايو، جو ان جي روشني چبري تي پوندي رهي. ۽ پو هن نشانو ورتو.

نشانو ٿِڙي ويو ۽ زور سان شپڙاڪ ٿيو. گوڙهو دريءَ جو شيشو پڇندو نڪري ويو.

اهو بنگلو رٽائرڊ ايس.پي غلام حسين جو هو. شيشي جي

ڇڪاٽ تي غلام حسين جي گهر واري ڇرڪ ڀري جاڳي پئي.

"ٻڌ ٻڌ ٻڌ ته سهي" هن ايس پي کي ڌونڌاڙي اٿاريو.

"ڇو ڇا ٿيو آهي هن مهل؟" ايس. پي ٻڙٻڙائيندو اٿيو.

"پنهنجي بنگلي ۾ ڪي ڌاڙيل گهڙي آيل معلوم ٿين ٿا!"

"ڌاڙيل ........ ڌاڙيل ڪيئن ٿي چوين؟"

"ٻاهرين دريءَ جي شيشي ٽٽڻ جو آواز ٿيو آهي."

غلام حسين پنهنجي پرسان پيل رائيفل کنئي ۽ ٻاهر نڪرندو ويو. اينتري ۾ دريءَ جو ٻيو شيشو به ڀڄي پيو.

سڌو سڌو سچو ڏکي ويو. ڇيرو به ڇڪاٽ جو آواز سهي نه سگهيو ۽ شاخ تان اڏامي ويو.

"ڪير آهين تون؟" ايس.پي ڪڙڪ آواز ۾ رڙ ڪئي. سڌوري جا پير اکڙي ويا. هن ڪڙين تي زور رکيو مگر ٽارچ وسائڻ وسري ويس.

"مان چوان ٿو ته بيهي رهه نه ته گولي هڻندو سئين!"

سڌورو ڪونه رڪيو. گوليءَ جو آواز فضا ۾ گونجي ويو. گولي سڌوري جي ڪلهي کي ڇليندي مٿان ٿي هلي وئي.

هو ٻانهن جهليندو رڪشا تي سوار ٿيو. سڙڪ سنسان پئي هئي. هو ڇپ ڀيڙيندو پئي هٿ سان زخم دٻائيندو تمام تيزيءَ سان رڪشا هلائيندو رهيو. ليڪن جيئن ٿي گهر جي ويجهو ٿيندو ويو، تيئن رڪشا جي رفتار گهٽجي وئي. اکين اڳيان اونداهه ڇانئجي رهي هئس مٿو چڪرائجي رهيو هو. ٻانهن ۾ سوئون پئي اڀريس ۽ گهر تائين پهچندي پهچندي مٿس غنودگي طاري ٿي وئي. جيئن ٿي هو گهر ۾ گهڙيو ته بيهوش ٿي ويو.

بني ڏينهن منٺار آيو تہ کيس اندر گهرايو ويو.

"ڇا ٿيو؟" من کان رڙ نڪري وئي.

"گولي لڳي اٿس"

"ڪٿي لڳي آهي؟"

"هٿي ٻانهن ۾"

"ڇا هنيون اٿيس؟"

"هيڊ"

سڌوڙي جي ماءُ اندر گهڙي آئي هئي، من منٺار سان شڪايت ڪئي.

"پٽ تون دوست ٿيو آهينس تون ڪا سولي صلاح نٿو ڏينس."

"جو چاچي ڇا ڪيو اٿس هاڻي تہ رڪشا هلائي روزي بہ ڪمائي ٿو"

ڪارو ڪم آهي تنهنجو بہ ڏسينس نٿو تہ ڪي ڏينهن ٿيا اٿس جو ٻوتار جي ويو آهي. الانجي ڪهڙو ڪرامتن وارو پير گولي لڌو اٿس منو اهڙو ٿو ارڙيون متيون ڏئيس جو روز پاڻ مارايو ڦٽايو ويٺو آهي.

"چاچي، هاڻي ڏکيا ڏينهن اچي پورا ٿيا آهن، اجهو ٿو سڌوڙي جو ڀاڳ کُلي"

چنبو تہ تنهنجون ئي اهي هُشيون اٿس.

"نہ چاچي نہ، توبهہ توبهہ ڪر. آئون تہ پاڻ مشڪلات ۾ مدد ڪندو آهيان. پلا سچو دوست جو آهيانس ..... چڱو چاچي سڌوڙي تان هيڊ لاهہ تہ آئون ڊاڪٽر تو وٺيو وڃان.

منار ھلڻ لاءِ اٿيو تہ سدوري سڏيو ڪيس.

"ٻڌ تہ سھي"

"ڇا آھي؟"

"ڊاڪٽر کي نہ آڻ. مان ڏيندوسانس ڇا؟ پاڻ کي تہ زھر کائڻ لاءِ بہ پيسو ناھي."

"جڏھن منار سري وڃي تڏھن اھڙيون ڳالھيون سوچجنِ" ھو ڊاڪٽر وٺڻ لاءِ ٻاھر نڪري ويو.

(١٥)

ھفتي ٻن ۾ زخم ڀرجي ويو. ھو ٻيئي دوست پير ھڏي شاھہ وٽ پھچي ويا. جاءِ جي دروازي کي ٻاھران ڪلف لڳل ڏسي سدوري کي ڳڻتي اچي ويا.

"ھي دروازو اڄ ڇو بند آھي ....... منار؟"

"ڪا خبر نٿي پوي" ھن حيرانيءَ مان جواب ڏنو.

"پاڻ تورو ٻڌ تہ سھي" سدورو پرسان لنگھندڙ کان پڇڻ لڳو، جو شايد ساڳي گھٽيءَ جو رھندڙ ھو."

"مون کي خبر آھي تون ھان ڇا ٿا پڇڻ گھرو، شاھہ صاحب لکي شاھہ صدر ويل آھي." واٽھرو واقعي نجومي ثابت ٿيو.

"لکي شاھہ صدر ... ھا ھا ........ عرس ھوندو اٿئي" منار کي ياد آيو.

جي ........ ھا"

"ڪيتائين اچي ويندو؟" سدوري متو ڪنھندي پڇيو.

"آچر تائين اچي ويندو" "يعني تہ پنجن ڏينھن کانپوءِ؟"

"ھا بلڪل ائين"

"سائين مهرباني ...... هلو ته منتار هلون. جتي هفتا گذري ويا اتي اهي ڏينهن به گذري ويندا."

پنج ڏينهن به ايهين گذري ويا. ٻئي ڄڻا وري به پير هڏي شاهه وٽ حاضر ٿيا.

"اسين گذريل اڱاري تي سائينجن وٽ آيا هواسون" منتار پير سائين کي ڄاڻ ڪئي.

"ها ........ وڏي سرڪار جو سڏ هو. انڪري آءُ عرس ۾ ويو هوس .......... ڀلا ڪريو خبر؟ ......... "ڇپري جي دل آئدو"؟" هو ٻئي دوست خاموش ويٺا هئا.

"مان پڇان ٿو ته دل آئدو؟"

وري به ساڳي ماٺ.

"آئون ...... " سدوري کيڻ لڳو پر وري هڪي ٻڪي ٿي رهيو.

"ان ۾ گهبرائڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي صاف صاف ٻڌاءِ. مطلب جي شيءِ هٿ لڳي يا نه، ته آئون آئينده لاءِ ڪجهه سوچي سگهان."

هڏي شاهه نرم لهجو اختيار ڪيو.

"سائين ...... اها ته نه آئي سگهيس" سدوري هاڻ ٻي ٽرڪ جواب ڏنو.

"ڀلا سوا به ميل يڪساهيءَ ڊوڙي سگهين ٿو؟"

"ها سائين سولائيءَ سان!"

"چڱو ٻڌ، آئون توکي هڪڙو تعويذ ڏيان ٿو. ان کي ٽن ڏينهن تائين تون ڳچيءَ ۾ رجهي ڇڏجانءِ، سمجهئي؟"

”ها - ايستائين ته سمجھي ويس؟“

”چوٿين ڏينهن جمع جي رات جڏهن بازارون بند ٿي وڃن ۽ سڙڪن تان اچ وڃ گھٽجي وڃي، ته انوقت رڳو هڪڙي گوڏ پاڻي ڳچيءَ ۾ تعويذ لٽڪائي ٻاهر نڪ رجنين. ها پوءِ ........ تون دوآبي وٽ پير عبدالله شاهه بخاريءَ وٽان ڊوڙڻ شروع ڪجنين. جڏهن تون ٻه ميل ڊوڙ پوري پورا ڪندين ته تعويذ ڪي ٻاهه وٺي ويندي-“

”ٻاهه لڳي ويندي؟“ سدوري جون اکيون ڦاٽي ويون.

”ها ٻاهه ۾ تعويذ سڙي ويندو. تون ان جي رک ڪٺي مون وٽ اچجنين ...... “ پوءِ وڌيڪ آئون پاڻهي ڪندس“

”هي تعويذ ڪرڻ ۽ سوا ٻارهن روپيا ڏي.“

”اچي سائين“

”هاڻي وڃو“ ...... هو ٻني وڃڻ لڳا.

” ....... ها ٻڌو ........ جيڪڏهن توهين رک ڪٺي اچڻ ۾ ڪامياب نه ٿيئو ته پوءِ مون کي پنهنجي شڪل نه ڏيکارجو. سمجھو وڃو.“

ٽن ڏينهن کانپوءِ ---------

خميس جي ڏينهن سدورو گوڏ پاڻي ڳچيءَ ۾ تعويذ لٽڪائي سويل ئي گھران نڪتو. هو عبدالله شاهه بخاريءَ جي درگاهه تي مجاورن سان وڃي ويهي رهيو. رات جا ٻارهن ٿي ويا هئا، ماڻهو گھرن ۾ آرامي ٿي چڪا هئا. ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ گاڏيون اچا رستن تي هلي رهيون هيون. انهيءَ مهل سدورو ٻڌايل ترڪيب کي پوري ڪرڻ لاءِ ٻاهر نڪتو.

درگاهه کان ٻاهر نڪتو ته آسمان طرف هٿ ڪٽي دعا گهريائين ته: ”يا رب منهنجي ڪا پت رکجانءِ“
هن ساڄي طرف وحدت ڪالوني ويندڙ رود ڏانهن ڊوڙ پاتي.
اڃا هن اسٽارٽ ورتو ته موٽر وٽ ويٺل ڪتي کي سندس پڇڻ سٺو نه لڳو ۽ هُو ڀونڪندي پويان لڳو.
سدورو رود تي پهتو ته بند ٿيل دڪان وٽ بينچ جي هيٺان سُتل ڪتي کي پڇ ڀڃان سٺي نه لڳي. هن جي اکين ۾ رتُ تري آيو ۽ هن به ڏاڙهڻ لاءِ ٻئي ڪتي جي پُٺُ ورتي. سامهون بنگلي اڳيان هڪ جوان پهريدار ڪتو بيٺو هو تنهن کي به پڇ ڀڃان سٺي نه لڳي. هن پنهنجن ٻين دوست ڪتن کي هڪدم رڙ ڪري سڏيو.
”يار هي ڪهڙو نالائق ماڻهو آهي؟ خبر ناهي ته ڪتي جو رول آهي. اسان جون نندرون ڪٽي حرام ڪيون اٿس.“
”ته پوءِ بيٺو ڇو آهين، هلو ته ڪا ڪيڪر ٻاري ڪريون نس“ ٻئي ڪتي وراڻيو ۽ هي ڪتا به ٻين جي پٺيان پنيان ڊوڙڻ لڳا.
سدورو بي فڪر ڊوڙندو رهيو. ڪيس پويان لڳندڙ ڪتن جي ڪابه خبر نه هئي. هن جو ڌيان ته تعويذ ۾ لڳل هو ته ڪيڏي مهل ٿا ٻاهه جا چمڪاٽ نڪرن ۽ تعويذ سڙڻ شروع ٿئي.
رات تي هڪ پهلوان ڪتي ڀڄندڙ ڪتن کان پڇيو.
”ڪيڏانهن پيا ڀڄندا رجو؟“ ”اڄ ته سهي ته هن بدمعاش کي ڪيڏانهن ڏڪي اچون!“ هو به ساڻن گڏ ٿي ويو.
”ڪتي چڙهائي آهي؟“ فوٽ پاٿ پرسان گڏ وٽ هڪ ستل

ڪتي رڙ ڪندي پهچيو.

"ننڍ ڇا جي ٿو ڪرين هليو اچ" پنهن ڪتن وٽان جواب مليس. اڳيان موٽر تي پيا پنج ڏنير ڪتا بيٺا هئا.

"معاملو ڇا آهي؟"

"وري ڇا آهي؟ هليا اچو اسان جي پٺيان"

ڪتن جي پونڪان به وڏندي وٺي. جڏهن سڏوري ڪتن جي لوڌ کي پٺيان ايندي ڏٺو، تڏهن هو سچو ڪنبي ويو. اڃا ته هو اڌ ميل به نه ڊوڙيو هو ...... هُو اڃان به زور زور سان ڊوڙڻ لڳو. پر ڪتا ڪو ڊوڙڻ نه ڇاڻندا ها ڇا؟

سڏوري کي اوچتو پنهنجي پاڙي واري مڪرانيءَ جو خيال آيو؛ جنهن کي ڪنهن ڪتي ٽنگ ۾ چڪ پاتو هو ته وڏي اسپتال ۾ ڊاڪٽر ڪيس پيٽ ۾ سُيون لڳايون هيون. سُئِن جي ياد پوندي سڏوري جو هانءُ ڏيرڪي ويو. ۽ هُو سچي همت هاري ويٺو هُو پيٽ منجهه سيون هڻائڻ لاءِ هرگز تيار نه هو. ڪتن کان بچڻ جو خيال ايندي ئي وات مان رڙ نڪري ويس.

"يا مولا بچاءِ"

رستي جي ڪابي پاسي کان ڪيس هڪ ڪليل گيٽ نظر آيو. هو گهڙي ويو، ۽ اندران گيٽ بند ڪري ڇڏيائين. ڪتا ڦاٽڪ ٻاهران ڀونڪندا رهيا. ۽ هُو ڪُوڪارون ڪندا ۽ لوهي گيٽ تي ڇلانگون لڳائيندا رهيا.

اها سرڪاري آفيس هئي. سڏورو ڪتن جي ڀَو کان اڃان به اندر وڃڻ لڳو ته سامهون ننڍڙي ڪوٺيءَ مان چوڪيدار ظاهر ٿيو، جنهن جي هڪڙي هٿ ۾ ٽارچ ۽ ٻئي هٿ ۾ لوڙهه هئي. ٽارچ جي تيز روشنيءَ تي سڏوري جون اکيون چڙيون ٿي

ويون.

”اتي ڪير آهين تون؟“ چوڪيدار رعبدار آواز ڪڍيو. سڏورو خاموش رهيو ۽ زبان ئي نه اٿليس.

”ڪيئن تون يا هتان وري ڏنبو؟“ چوڪيدار اُلڙ سان ڪڙڪو ڪيو.

”آئون بخاريءَ جي درگاهہ جو سوالي فقير آهيان“

”اتان موٽي رهيو هوس جو ڪتا پٺيان لڳم. جان بچائڻ لاءِ هتي ڪٿي پناهہ ورتم.“

”ڪٿي آهن ڪتا؟“

”هو ٻاهر“ .

چوڪيدار گيٽ کولي ٻاهر نهاريو.

ڪتا واپس وڃي چڪا هئا. هو ڪنهن جي پيءَ جا نوڪر تورڻي ها. جو ترسي پون ها.

”ڪٿي آهن تري؟“

”سائين اڃا هاڻ تہ ها!“

”هاڻ هئا تہ پوءِ ڪيڏانهن ناناٽي گهر ويا ......؟“

”تون آهين ڪير؟“

”سائين درگاهہ جو سوالي فقير آهيان“

”تہ پوءِ هتي ڇو اچي مئو آهين؟“

”ڪتا پٺيان لڳا هئم“

”چوريءَ جو مال ڪٿي آهي؟“ .

”چوڪيدار صاحب آئون ڪو چور ناهيان. مون کي جيڏو قسم ڏي تيڏو کڻان“

”نہ نہ آئون توکي ڪونہ ڇڏيندس اندر هل صبحءَ جو تنهنجو فيصلو ٿيندو.“

”نہ سائين مون کي ڇڏيو مون کي گھر پھچڻو آھي!“

”اتري ھلين ٿو يا ھٽين ڏنڊا؟“

”سائين معاف ڪريو چوڪيدار صاحب“

”معاف ڪريانس - رات جو بہ آرام نٿا ڪرڻ ڏين لوفر“

سدوري کي ھڪڙي گندي ڪوٺيءَ ۾ بند ڪري ڇڏيو ويو. سڄي رات مڇر ۽ منگھڻ سندس آڌرڀاءُ ڪندا رھيا. ھو ھڪ سيڪنڊ لاءِ بہ سمھي نہ سگھيو. سڄي رات ٿڪندو رھيو.

صبح ساجھر وڏين مڇن واري چوڪيدار ڪوٺيءَ جو دروازو کولي ڇڏيو. ”مچ نڪر ٻاھر“ ھاڻي ھيڏانھن جو پلجي بہ رخ نہ ڪجانءِ ۽ ٻاھر نڪرندي ئي نڪرندي ھن سدوري جي پٺن تي بہ ٻہ ڏنڊا وھائي ڪڍيا.

(١٦)

سدورو گھر ۾ منظار جو پھچڻ سان انتظار ڪري رھيو ھو تہ ھو بہ پوري وقت تي اچي ڪڙڪيو.

”آئون ڀانيان ٿو تہ اڄ پڪ ئي ڪامياب ٿيو آھين“

منظار چيو ”۽ يار نہ - ھيل وري ڪتن مون کي منجھائي وڌو. سچو ڪم ڦوٽڙ ٿي ويو“ ......... رات جو سڄي واري ڪوٺيءَ ۾ پيو ھوس صبح سوير اتان ڇٽو آھيان“ ”پوءِ ھاڻي ڇا ٿيندو؟“ منظار اُڻ تُڻ ۾ پنجي ويو.

” ......... پير ھڏي شاھہ تہ بلڪل چٽي ڇڏيو ھو تہ ناڪاميءَ جي حالت ۾ مون ڏانھن نہ اچجو.“

”نہ منظار خدا جي واسطي پير صاحب کي راضي ڪري وٺ ...... بس باقي ھڪڙي ترڪيب پيٺي آھي، ھيل منھنجو ڪم

ضرور تيندو. فال واري چيو هو، ته مهيني کانپوءِ منهنجو ڪم تيندو. بس مهيني پوري ٿيڻ ۾ باقي ڪو ڏينهن اچي بچيو آهي."

چگو هَل ته پڇونس.

"رڪُ آندو" پير هڏي شاهه خشڪيءَ مان پڇيو.

ماٺ

"ان ماٺ جو مطلب ته ڪم نه ٿيو."

"سائين ڪٿن پٽُ ڪانه ڇڏي"

"نڪري وڃ، مان بڪواس ٻڌڻ نٿو چاهيان"

"سائين مون کي معاف ڪريو"

"مون پهرين چيو هو ته جيڪڏهن رڪ نه آندئي ته پوءِ شڪل نه ڏيکارجئين ....... پوءِ چو منحوس چهرو کڻي منهنجي سامهون بيٺو آهين؟"

"سائين آئون تباهه ٿي ويندس. منهنجي زندگي برباد ٿي ويندي"

"پوءِ آئون ڇا ڪريان؟"

"توهان سڀ ڪجهه ڪري سگهو ٿا. مون کي ڪانه ڪا ترڪيب ٻڌايو. هن ڀيري منهنجو پاڳ ضرور ڪلندو." سدورو اٺين چئي پير صاحب جي قدمن تي ڪِري پيو:

"مون کي معاف ڪريو سائين - مون کي معاف ڪريو."

"پرَ ..... هيل به جي تون ناڪام ٿئين ته پوءِ؟"

"سائين هن ڀيري يا ته آئون ڪم ڪندس يا وري جيئرو ڪونه موٽندس"

"چگو مون معاف ڪيو"

”توهان معاف ڪري ڇڏيو“ سدوري جي اکين مان خوشيءَ جا ڳوڙها وهي نڪتا.

”سائين ..... بس آخري ترڪيب ٻڌايو. آئون جان جي بازي لڳائي به ڪم پورو ڪندس.“

”چڱو سوا ٻارهن روپيه نذرانو ڪڍو“

نذرانو ڏنو ويو.

پير هڏي شاهه ڳم هيٺان هڪ ننڍڙو هڏو ڪڍيو.

”اڄ هي قابو جهل - توکي قبرستان وڃڻو پوندو. رات جو ڪا پراڻي قبر ڏسي اها کوٽجانءِ ۽ اتان اِنَ سائيز جو هڏو ڳولي ڪڍي اچ.“

”مردي جو هڏو“ سدوري جي لهجي ۾ ڏپ پرجي آيو هو.

”ها، ههڙو ئي هڏو ......... هاڻي منهنجي اکين ڪان ٺري وڃ هيءَ ترڪيب هِڪَ ئِڪَ آهي. جيڪو ڪامياب ٿئي تنهنجي زندگي رات وچ ۾ سنوارجي وڃي ۽ ناڪام ٿيندءِ جي سموري حياتي تباهه!“

رات جا ساڍا ٻارهن ٿي رهيا هئا. سدورو ڪلهي تي ڪوڏر - هڪ ننڍڙي ٽارچ ۽ چاقون ٻاڻ سان کڻي قبرستان ڏانهن آهستي آهستي هلندو ويو. سدوري جي دل ۾ خوف جو لهرون اُٿلي پيون هيون.

معاملو به ڪجهه اهڙو هو. اڌيءَ رات جو قبرستان ۾ داخل ٿيڻ دل گردي واري ماڻهوءَ جو ڪم هو. قبرستان ڪافي وڏو هو. هو قبرن لتاڙيندو پري پري نڪري ويو.



هن هڪڙي پراڻي قبر ڏسي ان کي کوٽڻ شروع ڪيو. اڃا به ٽي ڪوڏرون مس هنيائين ته هڪڙي وڏي ڪڏ ظاهر ٿي پئي. هو دل ٻڌي هيٺ لٿو ۽ ٽارچ ٻاري هڏي ڳولڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. اوچتو سندس نظر هڪ بيگ تي پئي. جيڪا سڄي مٽيءَ سان لٿي پئي هئي. هن بيگ کولي، ڏٺو ته ان ۾ نوٽن جون ٻي انداز ٿهيون پيل نظر آيون. هڪڙو پيو به ننڍڙو بريف ڪيس پرسان رکيل هو، جو وري سڄو سونين گينين جو ڀريل هو.

هيڏو سارو خزانو ڏسي سڌوري جون واڇون ٽڙي پيون. اڃا هو ڪجھ سوچي به نه سگھيو هو ته پريان ڪجھ آواز ويجھا پوندا ٻڌاين. هُو هڪدم ٽارچ وسائي چُپ ٿي ويھي رهيو. اهو مال هيروئن جي سمگلرن اتي لڪايو هو. ٽي چار سمگلر جيئن

ني لڪندا چپندا اتي پهتا تين ني قبر مان آواز نڪرندو ٻڌائون.
"توهان قبر کوٽي منهنجي توهين ڪئي آهي، آئون توهان
کي جيئرو ڪونہ ڇڏيندس."
سگهڙن ڀانيون تہ قبر ۾ پيل مردي جو روح اچي پهتو
آهي ۽ هو هراسان ٿي ڀڄڻ لڳا منجهائن هڪڙو تہ ٽاهو ڪائي ڪري
پيو ۽ دپ ۾ بيهوش ٿي ويو ۽ باقي بہ ڇٽا قبرون لتاڙيندا ٽاپا
ڪائيندا ٻاهر رستي تي چڙين وانگر ڊوڙندا ويا.
سدورو خزاني سان ڀريل سامان ڪلهي تي رکي قبرستان
جو وچ ڏيندو، پنهين پاسي ڪان نڪري ويو ۽ اوندهہ جي پيٽ ۾
وڃي گهر پهتو ۽ ڪنهن کي بہ سندس ڪل ڪانہ پئي.

(١٧)

ڏسندي ئي ڏسندي سدورو شاهوڪار ٿي ويو. هن
غريب آباد ۾ پنهنجي لاءِ هڪ وڏي شاهي جاءِ جوڙائي، جنهن ۾ هو
اميرن وانگر ٺٺ سان رهڻ لڳو. هن پنهنجي دوست منار کي بہ
جاءِ جوڙائي ڏني ۽ روزگار لاءِ پنج رڪشائون بہ وٺي ڏنائينس.
ڪچي آباديءَ جا پلاٽ جيڪي غريبن والاريا هنا. تن مان گهڻن جا
پيسا بہ سدوري پاڻ ڀري ڏنا. هن ڪيترين ئي فليٽون ۽ دڪان
ٺهرايا، جن جو هو اڪيلو مالڪ هو. مطلب تہ سدورو ٿوري وقت
۾ سيٺ سدورو سڏجڻ لڳو. پر هو غريبن جو يار ۽ مددگار
هو. هاڻي دادا بخشڻ وٽ ڪوبہ حاضريءَ تي ڪونہ ويندو هو ۽
سدوري دادا بخشڻ جي سيني شوڌن ۽ بدمعاشن کي پاڙي مان
لڏائي ڪڍيو، جنهنڪري غريبن سک جو ساهہ پٽيو. ٻن سالن
بعد جڏهن اليڪشن ٿي تہ هو بہ اميدوار بيٺو ۽ وڏي اڪثريت سا
چونڊجي ويو. سندس عزت ۽ رتبي ۾ ڏينهون ڏينهن واڌارو

ٿيندو ويو ۽ هن جي هر پاسي هلندي پڄندي ٿيڻ لڳي.

دادا بخش جن پلاٽن تي ناجائز طريقي سان قبضو ڪيو هو، سي سدوري ڪانئس قرآني غريبن کي ڏياري ڇڏيا. دادا بخش جي ڪٿي به عزت نه رهي. هن جي ڪمائيءَ جا ناجائز ذريعا ختم ٿي ويا. هڪ دفعي پوليس ڪانئس سندس اوطاق جو قبضو خالي ڪرائڻ لاءِ اچي ڌمڪي ڏني هن جا هوش حواس اڏامي ويا. ٻي ڪا واٽ نه ڏسي هو دل نه چاهيندي به سدوري وٽ هليو آيو. ۽ ٽوپي لاهي سندس پيرن تي رکيائين ۽ گڙگڙائڻ لڳو.

"سيٺ سدورا منهنجون خطائون معاف ڪر، آئون وڏو ماڻهو سمجهندي پڻ کي پاڻ کان گهٽ سمجهندو هوس. ۽ ڪين ٻي عزت ڪرڻ ۾ خوش ٿيندو هوس. پر حقيقت ڪري وڏو ماڻهو تون آهين، جو وڏي هلنديءَ وارو ۽ آسودو هوندي به پاڻ کي ننڍيو سمجهي غريبن جي پرگهور لهين ٿو."

سدوري کيس هٿن کان وٺي مٿي اٿاريو ۽ هُن کي سدائين لاءِ معاف ڪري ڇڏيو ۽ اوطاق به آجي ڪرائي ڏنائينس."

ٿورن ڏينهن بعد، سدوري جي ماءُ ڪڪان جو سڱ گهرڻ لاءِ دادا بخش جي گهر وئي. هن ڪڪان جي شادي سدوري سان ڪرڻ خوشيءَ سان قبولي. ان ۾ هو ڇوڪريءَ جو بخت بالا ٿيڻ ۽ پنهنجي لاءِ وڏي عزت پائڻ لڳا.

اهڙيءَ طرح سدوري جي عزت ۾ اجا به اضافو ٿي ويو، جنهن پنهنجي دشمن کي نه رڳو معاف ڪيو پر ساڻس عزت ڀريو سلوڪ به ڪيائين. ڪڪان سان شادي ٿيڻ واري سندس دلي خواهش به نيٺ پوري ٿي. وڏي ماڻهو ٿيڻ بعد هن جي هلت ۾ ڪڏهن به فرق نه آيو. هو هميشه ٻين سان نرميءَ سان هلندو هو. مطلب ته سدورو هر طرح سان ڀاڳن وارو چنيھہ لکٽو ثابت ٿيو.